# ڪاوِل چنائين وڻ جي

[هڪ انقلابي سياسي ڪارڪن جون ساروڻيون، تجربا ۽ مشاهدا]

## رشاد محمود



انٽرويو ترتيب ۽ جوڙ

ڊاڪٽر سيد جعفر احم

ترجمو: اسلم خواجا

# انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل اينڊ سوشل ريسرچ

انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل اينڊ سوشل ريسرچ (IHSR) ڪراچيءَ ۾ قائم هڪ تحقيقي ادارو آهي، جيڪو هڪ متحرڪ، ترقي پسند ۽ عوام دوست ويزن سان قائم ڪيو ويو آهي. ايس ايم سهيل ٽرسٽ تحت قائم ڪيل هيءُ انسٽيٽيوٽ هڪ آزاد ۽ غيرمنافعي بخش اداري جي حيثيت رکي ٿو، جيڪو تاريخي، سماجي ۽ سياسي موضوعن تي خاص طور تي پاڪستان جي حوالي سان تحقيق ڪري ٿو. انسٽيٽيوٽ تحت ٿيندڙ تحقيق ۾، پوءِ ڀل اُها ڪنهن هڪ سماجي علم جي دائري اندر ڪئي وئي هجي يا ان ۾ مختلف علمن جو گاڏڙ هجي، جديد تحقيقي طور طريقن جي گهرجن کي آڏو رکيو ويجي ٿو. تاريخ جي موضوع تي انسٽيٽيوٽ جي تحقيق روايتي تاريخ نويسيءَ کان هٽندي، عوام جي نقطه نظر کان تاريخ کي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. انهيءَ تحقيق جو مقصد تاريخ ۾ عام ماڻهن جي ڪردار، ماضيءَ جي مختلف دورن جا سماجي ۽ سياسي لاڙا، عام ماڻهن جي اخلاق، مزاج ۽ سندن قدرن کي آڏو آڻڻ آهي. عوام کي تاريخ جو موضوع بنائڻ جو سڀ کان وڏو فائدو اهو ٿئي ٿو جو تاريخ جي ارتقائي عمل پويان ڪارفرما سڀ کان وڏيڪ فعال قوت اسان آڏو اچي وڃي ٿي. ان ريت تاريخ جو هڪ اهڙو بيانيو وجود ۾ اچي ٿو جيڪو مابعدالطبعياتي، خيالي ۽ افسانوي داستانن تي ٻڌل بيانن جي ڀيٽ ۾ سائنسي نظر فراهم ڪري ٿو. انسٽيٽيوٽ انهيءَ سائنسي نقطه نظر کي تاريخ جي تفهيم جي حوالي سان پنهنجي ملڪ ۽ معاشري ۾ عام ٿيندي ڏسڻ ٿو چاهي. انسٽيٽيوٽ جو اهو سمورو ڪم ڪتابن، مونوگرافن، ڪتابڙن، سيمينارن ۽ ڪانفرنسن جي صورت ۾ سامهون اچي ٿو.

سماجي معاملن جي حوالي سان انسٽيٽيوٽ ملڪ جي سماجي، سياسي ۽ معاشي مسئلن تي تحقيق جو ڪم ڪري ٿو. ان ڏس ۾ ان جي حيثيت هڪ اهڙي ٿنڪ ٽينڪ واري آهي جيڪو هڪ پاسي پاڪستان ۾ سماجي، ارتقائي نوعيت ۽ ان جي رخ تي نظر رکڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته ٻئي پاسي موجود مسئلن جي معروضي تجزين جي نتيجي ۾ اهڙيون تجويزون پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو جيڪي عام شهرين جي ڀلائي، خوشي ۽ ڪاميابيءَ جو ذريعو بڻجي سگهن.

چيئرمين

ڊاڪٽر طارق سهيل

ڊائريڪٽر

ڊاڪٽر سيد جعفر احمد

# ڪا ول چنائين وھ جي

[ھڪ انقلابي سياسي ڪارڪن جون سارڙيون، تجربا ۽ مشاهدا]


**رشاد محمود**

انٽرويو ترتيب ۽ جوڙجڪ:

**ڊاڪٽر سيد جعفر احمد**

ترجمو: اسلم خواجا






انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل اينڊ سوشل ريسرچ

ڪراچي- 2024ع

ڪتاب جو نالو: ڪا ول ڇنائين وھ جي
موضوع: ساروڻيون، تجربا ۽ مشاهدا
ليکڪ: رشاد محمود
انٽرويو ترتيب ۽ جوڙجڪ: ڊاڪٽر سيد جعفر احمد
ترجمو: اسلم خواجا
ڇاپو (سنڌي): پھريون
سال: © 2024ع
ڪمپوزنگ: نور محمد سميجو
ڇپائيندڙ: انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل اينڊ سوشل ريسرچ،
23_22، شهيد ملت روڊ، ڪراچي. فون: 34140035_21 92+
ڇپيندڙ: ڪويتا پبليڪيشن، 9_ربي چيمبر، حيدرچوڪ،
حيدرآباد، سنڌ. فون: 2781118_022
قيمت: 600 روپيا

ISBN: 978-969-7985-39-5

**KAA VAL CHHINAEEN WAH JEE**
(Memoirs, Experiences & Observations)

*By:* ***Rishad Mahmood***

*Interview, Compiled & Edited By*
***Dr. Syed Jaffar Ahmed***

*Translated By* ***Aslam Khwaja***

Edition: First
Year: © 2024
Printed by: Kavita Publication, 9-Rabi Chamber,
Court Road, Hyderchowk, Hyderabad-Sindh.
Tel: +92 22-2781118
Published by Institute of Historical & Social Research
22-23, Shaheed-e-Millat Road, Karachi.
Tel: +92 21 34140035
Price: Rs. 600-00

## انتساب

### ڊاڪٽر سيد جعفر احمد
جي نانءُ[1]

لبوں پہ میرے مہر تھی پر میرے شیشہ رُو نے تو
شہر کے شہر کو میرا واقفِ حال کر دیا
(پروين شاڪر)

[1] هيءَ ڪتاب منهنجي اداري طرفان شايع ڪيو پيو وڃي ۽ آئون ئي ان جو سمڙيندڙ آهيان. ۽ رشاد محمود صاحب ڪتاب منهنجي نالي منسوب ڪري مون کي چڱو موچارو لڄي ڪيو آهي. پر رشاد صاحب جي حڪم آڏو مون کي هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا. (سمڙيندڙ)

# سِناءُ

# تعارف

وقت گذرڻ سان ٻين علمن جيان تاريخ جي علم ۾ پڻ وسعت ۽ گهرائي آئي آهي. اڄ تاريخ جو موضوع جيترو پکڙجي چڪو آهي ۽ ان ماضيءَ جي ادراڪ کي جنهن حد تائين نوان ڏنگ ڏنا آهن، تنهن کان اُهي سمورا فرد پلي پيت واقف آهن جيڪي انهيءَ علم ۾ ڪا دلچسپي رکن ٿا ۽ ان ۾ ٿيندڙ نت نون تجربن مان لاڀ پرائين ٿا. زباني تاريخ (Oral History) تاريخ نويسيءَ جو هڪ نسبتاً نئون ڪيتر آهي جيڪو اڄ تاريخدان انتهائي اثرائتي ريت استعمال ڪري رهيا آهن. تاريخي مسودا ۽ ڇپيل ڪتاب تہ سدائين تاريخ جي پاڙن جي اپياس هيٺ پئي رهيا آهن. زباني طور تي بيان ڪيل ساروڻيون پڻ ڪڏهن ڪڏهن تاريخدانن جو ڌيان ڇڪرائي وٺنديون هيون. خاص طور تي اُهي ساروڻيون جيڪي وڏن ماڻهن، بادشاهن يا ٻين حاڪمن طرفان قلمبند ڪرايون ٿي ويون پر ٻين ماڻهن سان ڳالهہ ٻولهہ ذريعي سندن ساروڻين کي رڪارڊبنديءَ طور سهيڙڻ ۽ ماضيءَ جي هڪ معتبر حوالي طور انهن کي محفوظ ڪرڻ جو ڪم جيترو اسانجي دور ۾ ٿيڻ لڳو آهي سو اڳي ڪڏهن بہ نہ ٿيو آهي. ماضيءَ ۾ وڏن بزرگن کان سندن ساروڻيون ٻڌڻ معمول وارو هڪ انفرادي عمل هو پر اڄ اِهو عمل وڌ کان وڌ اعتبار جوڳو بڻائيندي تاريخ جي حوالي طور محفوظ ڪرڻ پنهنجي سر هڪ اهم ۽ ذڪر جوڳي سرگرمي بڻجي وئي آهي. ڪيترائي تاريخ نويس ماضيءَ جي اهم واقعن جي حوالي سان انفرادي ساروڻيون محفوظ ڪن ٿا ۽ پوءِ انهن جي ڇپيل حوالن، آرڪائيوز ۽ ٻين ذريعن کان تصديق ڪندي ماضيءَ بابت هڪ وڏيڪ

اعتبار جوڳو بيانيو تيار ٿا ڪن. اهو ڪجهه ڪندي ڪنهن به دور يا واقعي بابت وڏيڪ گهرائپ پريون ڳالهيون آڏو ٿيون اچن. تاريخ ڏور ڪان پسجندڙ تصوير نٿي رهي پر تاريخ جو پاڻڪ تصوير اندر ڏور تائين پروڙي سگهي ٿو. ناميارا انگريز ڏاهي اي پي ٿامپسن 1960 واري ڏهاڪي ۾ جڏهن پنهنجو جڳ مشهور مقالو History from Below آڏو آندو ته اهو تاريخدانن ۽ تاريخ جي شاگردن لاءِ هڪ سونهون ثابت ٿيو. ٿامپسن جو چوڻ هو ته اسين هيل تائين مٿان ڪان تاريخ ڏسندا آيا آهيون، يعني معتبر ۽ اعليٰ ارفع شخصيتن جي نظر سان تاريخ کي ڏٺو ٿي پيو ويو آهي پر هاڻ ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته تاريخ کي هيٺين سطح ڪان پڻ ڏسجي يعني عام ماڻهن طرفان معاشري جي اڏاوت ۽ تاريخ جي ارتقا ۾ ادا ٿيندڙ ڪردار، سندن ڪاوشن کي پڻ لکت جو روپ ڏجي ته جيئن تاريخ جو چٽ مڪمل ٿي سگهي.

تاريخ کي حاڪمن، سپهه سالارن، وڏن وڏن اڳواڻن ۽ سماجي، سياسي ۽ مذهبي معتبرن جي نظر سان ڏسڻ بدران عام ماڻهو جي نظر سان ڏسڻ تي معنائن ۽ مفهومن جو هڪ نئون جهان کليو ٿو پوي. انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل ۽ اينڊ سوشل ريسرچ (جيڪو هن ڪتاب جي اصل اڙدو ايڊيشن جو پبلشر پڻ آهي) 2019 ۾ پنهنجي نهڻ مهل جتي پنهنجي آڏو حقيقت پسندائي ۽ معروضي تاريخ نويسيءَ کي پنهنجي ڪاوشن جي ڪيتر طور قبوليو هو اُتي ان آڏو اهو آدرش پڻ هو ته اسين پنهنجي سماجي تاريخ عام ماڻهن جي ادراڪ ذريعي پروڙبنداسين. زندگيءَ جي مختلف کيترن ۾ عام ماڻهو ڪهڙيون خدمتون ٿو سرانجام ڏئي؟ هن ڪهڙا تجربا پرايا؟ ۽ هُن پنهنجي چوڌاري کي ڪهڙي ريت ڏٺو؟ انهيءَ سموري کي محفوظ ڪرڻ هڪ ڀرپور ۽ وشال تاريخ نويسيءَ جي نقطي نظر ڪان انتهائي ڪارائتو ٿي سگهي ٿو. انهيءَ ڳالهه کي آڏو رکندي ڪيا ۽ پاڪستان ۾ سماجي تبديليءَ جي حوالي سان مختلف تحقيقي انسٽيٽيوٽ جتي تاريخ جي موضوع تي مختلف نوعيت جا ڪتاب شائع

پائيوارين ۾ هٿ وندايو اُتي زباني تاريخ نويسي (Oral Historiography) جي کيتر ۾ پڻ کيترائي ڪم شروع ڪيا. هيءَ ڪتاب پڻ انهيءَ سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي.

پاڪستان ۾ ماضيءَ جي سياسي تحريڪن جي تاريخ ان وقت تائين مڪمل نٿي ٿي سگهي جيستائين ان ۾ شامل عام ڪارڪنن جي ساروڻين کي شامل نٿو ڪيو وڃي. سياسي ڪارڪن ئي سياسي پليٽفارمن ۽ سياسي پارٽين کي ان جوڳو بڻائيندا آهن جو اُهي ماڻهن آڏو اچي سگهن. سياسي اڳواڻ ۽ پارٽين جا پروگرام اهم هوندي به اوستائين ميتا نٿا ماڻي سگهن جيستائين ڪارڪن وسيلي جو ذريعو نٿا بڻجن ۽ قيادت ۽ انجو پروگرام عام ماڻهن تائين نٿا رسائين. مختلف سياسي پارٽين جي ڪارڪنن سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ تي هو اڪثر اهڙي سياسي چارڻ فراهم ڪندا آهن جيڪا اڳي نه ته اخبارن/ٽي ويءَ ذريعي سامهون آيل هوندي آهي ۽ نه ئي سياسي اڳواڻن جي انٽرويوئن ۽ بيانن ۾ ان جو ذڪر هوندو آهي. سياسي ڪارڪن اڪثر اهڙا تفصيل ٻڌائڻ جوڳا هوندا آهن جن کي هوئن راز واري حيثيت حاصل هوندي آهي. ڪيترين ئي ڳالهيون، جن کي انتهائي گهٽ اهم ليکيو ويندو آهي، اڪثر ڪارڪنن جي بيانيي ذريعي انهن جي اصل اهميت پڻ سامهون اچي ويندي آهي.

هيءَ ڪتاب رشاد محمود صاحب جي ساروڻين تي ٻڌل آهي. هو ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي کان اڳيئي کاهي ڏر جي سياست ۽ ترقي پسند ادبي تحريڪ سان لاڳاپجي ويو هو. ڪيس ادب ۽ شاعريءَ ان لڳاءُ پڻ هو پر سندس ناماچاريءَ جو سبب سندس ادبي تخليقون نه بڻيون. بهرحال هو ادبي ويهڪن ۽ سياسي اجتماعن سان لاڳاپيل اهم واقعن جو اکين ڏٺو شاهد ضرور آهي. هن ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي کي پنهنجي اکين سان ڏٺو. انسانيت جي تذليل ۽ انسانيت اندر باقي بچيل زندگيءَ جي تپس، ٻنهي کي پروڙيائين. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ هو حسين شهيد سهرورديءَ جي

عوامي ليگ ۽ ان کانپوءِ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي ويجهو رهيو ۽ انهن پارٽين جي ڪجهه اڳواڻن سان سندس قرب جا ناتا پڻ رهيا. هن پاڪستان جي ٽوڙ ڦوڙ جو ڏيک پڻ ڏٺو. ڪيس جيڪو دور مليو سو اشتراڪي اڀار، دنيا جي مختلف حصن ۾ اينداڙ انقلابن، قومي آزاديءَ جي تحريڪن جي سوڀ ۽ پوءِ 1990 جي اوسي پاسي اشتراڪي بلاڪ جي ٽوڙڦوڙ وارن تاريخي واقعن جو دور هو. رشاد محمود صاحب جيڪو پنهنجي جيون جا نوي سال گذاري چڪو آهي، تنهن نه رڳو پوين ستر پنجهتر سالن کي پنهنجي شعوري اکين سان پروڙيو آهي پر پنهنجي دور ۾ پيش ايندڙ واقعن کي سمجهڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي اٿائين. سندس سوچ جو انداز اشتراڪي آهي ۽ هُن اِهو هر صورت ۾ اڳيرو رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

اشتراڪيت سان سندس تعلق نظرياتي به آهي ته جذباتي پڻ. جيتوڻيڪ سوويت يونين هاڻ پڃاڻي تي پهچي چڪي آهي پر ستر سالن تي ٻڌل اِهو تجربو انساني تاريخ جو هڪ اڻوسرندڙ واقعو هو. سوويت انقلاب جون ڪاميابيون ۽ ناڪاميون هاڻ تاريخ جو هڪ اهم موضوع آهن جن تي گذريل ٽيهن ورهين دوران گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي ۽ ايندڙ دور ۾ پڻ لکيو ويندو. رشاد محمود صاحب جڏهن شعوري اک کولي ته اشتراڪيت جو اِهو تجربو زور شور سان جاري هو. سوويت يونين جي وڏين وڏين ڪاميابين جا اطلاع پئي آيا. دنيا جي مختلف حصن ۾ انهيءَ تجربي مان پرائڻ جون ڪوششون ڪيون پئي ويون. ان تي زور شور سان تنقيد پڻ جاري هئي. رشاد محمود صاحب مارڪسي ادراڪ سان دنيا کي پروڙڻ جي ڪوشش ڪئي. هو سوويت انقلاب کي انتهائي پاهوه وٺان ڏسندو رهيو. جڏهن ڪجهه ڳالهين تي شڪ جو شڪار ٿيو ته پنهنجي بنيادي تصورن کي نئين سر ڦلهورڻ جي ڪوشش ته ڪيائين پر رهيو سدائين اشتراڪي ئي. اڄ به جڏهن پوئتي مڙي ڏسي ٿو ته ڪيس نه ڪا ندامت آهي ۽ نه ئي وري زندگي زيان ٿيڻ جو ڪو اولڙو جهڙي ريت

ماضيءَ جي ڪجهه اشتراڪين سان ٿيو آهي، جن نہ رڳو سوويت يونين جي انت ڪانپوءِ ان تجربي کي مڪمل طور تي رد ڪرڻ سان گڏوگڏ مارڪسزم کي پڻ هڪ فلسفي ۽ هڪ سوچ طور مسترد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هن ڪتاب ۾ رشاد محمود صاحب پنهنجي سارون ٽين کي ساريو آهي ۽ دل کولي اِهي بيان ڪيون آهن. سندس يادداشت غير معمولي آهي. اڄ کان پنجهتر ورهيہ اڳ جيڪا شاعري ٻڌي هئائين تنهن جا ڪيترائي مصرع ازبر ياد اٿس. ڪتاب سهيڙڻ مهل نامڪمل محسوس ٿيندڙ شاعري ڪتابن ۽ خاص طور تي ريختہ ويب سائيٽ تان مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ڏکهي شاعريءَ جا نقط اُهي مصرع ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن جيڪي رشاد صاحب پنهنجي سر ٻڌايا هئا. ڪجهه شاعري يا مصرعن جو اڄ ڪو ڏس پتو نٿو ملي، سو سندس يادگيريءَ کي مان ڏيندي جيئن جو تيئن شامل ڪيل آهي.

هڪڙو ننڍڙو عرض اِهو تہ رشاد محمود صاحب سان منهنجو تعارف هڪ اتفاق طور ٿي ٿيو. ڪيس ڪڏهن ڪراچيءَ جي ادبي ۽ سياسي سيمينارن ۾ پوئتي وارين صفن ۾ ويٺل ڏسندو هئس پر متس ڏيان اوڏي مهل ڇڪجي ويو جڏهن ’بدلتي دنيا‘ ۾ هن مضمونن جو هڪ سلسلو لکيو ۽ دلچسپ ڳالهہ اِها تہ هُن منهنجي ئي ڪنهن لکڻيءَ جو ڪو جملو پڙهي فيصلو ڪيو هو تہ اُن موضوع تي ڪيس وڌيڪ تفصيل سان لکڻ گهرجي. اِهي مضمون پڙهي ساڻس ملڻ جي سڌ تي ۽ ملاقات تي ڪيس سڃاڻڻ ۾ ويرم ئي نہ لڳي. جيئن تہ عرض ڪري چڪو آهيان تہ ڪيس مختلف محفلن ۾ ڏسي چڪو هئس ۽ جڏهن پتو لڳم تہ هو اسانجي دوست ڊاڪٽر ناظر محمود جو والد آهي ۽ اِهو تہ وٽس سارون ٽين جو هڪ وڏو خزانو آهي تہ هو منهنجي لاءِ اڃائين وڌيڪ ڏيان جوڳو بڻجي ويو. ساڻس ملاقاتن ۾ اندازو ٿيو تہ جيڪڏهن سندس بيان ڪيل ماضيءَ جا تفصيل محفوظ ڪجن تہ هوند پين لاءِ پڻ چاڻ پريا ۽ دلچسپ ثابت ٿيندا. سو انٽرويوئن جي صورت ۾ اسان انهن سارون ٽين کي پنهنجي

انسٽيٽيوٽ ۾ ريڪارڊ ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو. انسٽيٽيوٽ جي ريسرچ اسسٽنٽ عروسا يوسف انهن سمورن انٽرويوئن کي ڪاغذ تي لاٿو، جيڪو ايڊٽ ڪرڻ ڪانپوءِ رشاد صاحب کي پڙهڻ لاءِ ڏنوسين ۽ سندس نظرثانيءَ ڪانپوءِ انجي جيڪا شڪل بڻي تنهن تي ڊاڪٽر ناظر محمود پڻ هڪ نظر وڌي ۽ آخرڪار اِهو مسودو ڇپائي لاءِ اُماڻيو ويو.

انٽرويوئن جي صورت ۾ محفوظ ڪيل ساروڻين کي ٻن صورتن ۾ پيش ڪيو ويندو آهي. ڪجهه ڪتابن ۾ انٽرويو ڪندڙ ڪتاب جو مواد ڪرڻ مهل پنهنجي سوال هٽائي ڇڏيندو آهي ۽ رڳو مختلف جوابن کي ئي مختلف عنوانن جي سري هيٺ سهڙيندو آهي. ٻئي صورت اِها هوندي آهي جو ساروڻين کي سوالن ۽ جوابن جي صورت ۾ سامهون آندو ويندو آهي. زباني تاريخ جي ڪيتر ۾ پنهنجي ٻين ڪتابن جيان اسان هن ڪتاب ۾ پڻ اِهو ٻيو طريقو اختيار ڪيو آهي. بهرصورت، جيئن ته ڪتاب جو پهريون باب پسمنظر ۽ تعارف طور ريڪارڊ ڪيو ويو آهي تنهنڪري ان ۾ سوالن جي مداخلت نه ڪئي وئي آهي ۽ انهيءَ باب کي شروعات کان پڇاڙيءَ تائين بيان ڪندڙ جي ڳالهه لاءِ مختص ڪيو ويو آهي.

هت هن ڪتاب جي اڙدو عنوان بابت هڪ عرض ڪرڻو آهي، اِها دلچسپ ڳالهه آهي ته رشاد محمود صاحب زندگيءَ جو جيڪو سياسي ۽ نظرياتي سفر طئي ڪيو آهي، اُن سان گڏوگڏ هُن نوجواني کان هيل تائين هڪ ئي پيشو اختيار ڪيو آهي ۽ اُهو آهي شيشي ۽ آئيني جي ڪرت. اِهو ڪاروبار هاڻ سندس ڪٽنبي پيشو بڻجي ويو آهي. هو ۽ سندس ڪٽنب ياتي ورهين کان آئيني سازيءَ ۾ ٻنبيل آهن. سندس انهيءَ پيشي کي ئي آڌر رکندي دنيا ۽ زندگيءَ بابت سندس مشاهدن ۽ تجربن کي "ڪا ول چنائين وه جي" جي سري هيٺ سهيڙڻ جو فيصلو ڪيوسين. اُميد آهي ته پڙهندڙن کي ڪتاب پسند ايندو.

— ڊاڪٽر سيد جعفر احمد

١

# ڪٽنبي پسمنظر،
# ٻالڪپڻ، تعليم ۽ سڃاڻپ

منهنجو ڄم 9 جولاءِ 1932 تي بمبئي ۾ ٿيو ۽ آئون جولاءِ 2022 ۾ نوي ورهين جو ٿي ويس. هجري سال موجب منهنجو ڄم سال 1350 ۾ ٿيو. بمبئي جي مختلف پاڙن ۾ مسلمانن جي آبادي ٿانيڪو هئي. بمبئي ۾ هڪ علائقو آهي "مستان تالاب" جيڪو اصل ۾ هڪ ميدان آهي جتي اڪثر ترقي پسند ليکڪن جون ويهڪون ۽ مشاعرا ٿيندا رهندا هئا. مستان تالاب مان ئي مختلف پاڙا نڪرن ٿا. اُتي وڏا رستا چئني پاسان وڪوڙيل آهن. انهن پاڙن مان هڪ "اندريا اسٽريٽ" سڏجي ٿو جنهن کي منڍ تي پوليس ڊوڪي هئڻ سبب چوکي پاڙو پڻ سڏيو ٿي ويو.ان سان لڳولڳ هڪ روڊ هو جنهن تي ٽرام هلندي هئي. انهيءَ چوکي پاڙي ۾ هڪ ته ـ ماڙ عمارت نمبر 93 آهي جنهن ۾ آئون ڄائو هئس. اِها اسانجي والد جي عمارت هئي جنهن ۾ اسانجو سڄو ڪٽنب ٿانيڪو هو.

منهنجو والد گجراتي هو ۽ سورت جو رهواسي هو. سورت شهر کنهن دور ۾ جڳ پڌاو بندرگاه پڻ رهيو آهي. اسانجو والد ٻڌائيندو هو ته تن ڏينهن ۾ جيڪڏهن ڪنهن کي حج تي وڃڻو هوندو هو ته کيس سورت ئي وڃڻو پوندو هو. مسلمان يا ڪنهن ٻئي ڌرم وارا واپار سانگي يا ڪنهن ٻئي سبب وڳهي ڪنهن پرڏيهه ڏانهن اسهندا هئا پوءِ پل هو

پارسي هجن، بوهري يا آغا خاني ڪين سورت ئي اچڻو پوندو هو. اُتان جي ٻولي گجراتي هئي انڪري اسانجو والد پڻ اهائي ٻولي ڳالهائيندو هو اسانکي پڻ گجراتي لکڻ ۽ ڳالهائڻ اچي ٿي. آئون ڏهن يا ٻارهن ورهين جو هئس جو منهنجو والد گذاري ويو. اسانجو والد ٻڌائيندو هو تہ سندس ڄمر جو هنڌ تہ سورت هئي پر هن پنهنجي حياتيءَ جو وڏو عرصو ڏکڻ افريڪا جي علائقي ناتال ۾ گذاريو هو جتي سورتي برادري واپار وڻج سانگي ٽانيڪو هئي. هندستان موٽڻ تي پنهنجو گهڻو ٽڪو وقت بمبئي ۾ گذاريائين جتي فرنيچر جو هڪ دڪان کوليائين جيڪو چوڪي پاڙي کان اڳتي بوهري پاڙي ۾ هو. پيشي جي اعتبار کان اسانجو والد فرنيچر جو واپاري هو.

اسان پنهنجي ڏاڏيءَ سان پڻ ڪافي وقت گذاريو جنهن جي ڄمار هڪ سئو ڇهہ ورهيہ هئي. سندس مرتئي مهل منهنجي ڄمار ڇهہ يا ست ورهيہ هئي. ڏاڏيءَ جو رنگ ڪارو هو انڪري ئي منهنجي والد جو رنگ پڻ ڪارو هو. اسانجو والد شڪل شبيهہ ۾ ليبيا جي آزاديءَ واري لڙائي جي سورمي عمر مختار جنهن تي هڪ فلم پڻ ٺهي چڪي آهي، جهڙي هئي. هاڻ جڏهن منهنجا پوٽا پڙپوٽا پڇندا آهن تہ منهنجو والد ڪيئن هو تہ ڪين ورائيندو آهيان تہ عمر مختار ڏسي وٺو.

سورت ۾ اسانجا مٽ مائٽ اڃان تائين ٽانيڪو اهن جن سان وچي ملندا پڻ رهيا آهيون. انڪانسواءِ اسانجي پهرين امڙ جي هڪ ڌيءَ پڻ اُتي رهندي هئي جنهن جا ٻار ٻچا پڻ اُتيئي رهائش پذير هئا. اِها مني صدي اڳ جي ڳالهہ آهي، جنهن کانپوءِ اسانجو وري سورت وڃڻ نہ ٿيو. سورت کان ڪجهہ فاصلي تي رانديڙ جو علائقو آهي جتان جا رهواسي سورت جي مسلمانن جي پيٽ ۾ وڌيڪ خوشحال آهن. اُتان جون مسجدون پڻ شاندار هيون. رانديڙ بابت نياز فتحپوريءَ پڻ ڪافي تفصيل سان لکيو آهي. اِهو علائقو سورت جو ئي حصو آهي ۽ تاپتي دريا ٻنهي کي ڌار ڌار ٿو ڪري اُتي اسانجا ڪجهہ ڏورانهان مٽ مائٽ پڻ ٽانيڪو هئا. اُتي

مسلمانن جو هڪ دارالعلوم پڻ هو ۽ اتان جا رهواسي مذهبي حوالي سان سخت هئا. اسانجو والد مذهبي شخص ۽ حاجي هو. آئون پنهنجي والد جي گهڻو ويجهو هئس ۽ هُن جيڪي ڪجهه مونکي ٻڌايو سو اوهان سان ونڊيان پيو.

اسين چار ڀائر ۽ ٻه ڀينرون آهيون. والد کان ٻه وڏيڪ اسانجي زندگيءَ تي والده جو اثر آهي. هوءَ ترڪ هئي ۽ ترڪيا ۾ ڄائي هئي. استنبول سان لڳولڳ بُرسا نالي هڪ شهري علائقو آهي، جنهن جو عثماني خلافت کان اڳ به تاريخ ۾ ذڪر ملي ٿو. اسانجي والده جو جنم انهي برسا شهر ۾ ٿيو اسانجي ناني پڻ برسا جي هئي. هوءَ برسا جي مراديا پاڙي جي رهواسڻ هئي، جتي حسن سنرائي بيگ، مامردو رهندو هو (ترڪي ٻوليءَ ۾ مامردو چڪي پيهڻ جي ڪرت کي سڏيو ويندو آهي). اسانجو نالو ننڍي کنڊ ۾ پنجاب جي شهر قصور جو رهواسي هو جتي اڄان تائين سندس ڪتنب جا ڪجهه ڀاتي ٽانيڪو آهن. اِهو سمورو ڪتنب مولوين تي ٻڌل هو. ڪيترين ئي مسجدون اڄ ڏينهن تائين سندن نالي تي آهن، جهڙي ريت "ڪوچئہ قضي سليم" ۾ موجود مسجد قاضي سليم اسانجي ناني جي ماروٽ جي نالي تي اهي. منهنجو والد نمازي ۽ حاجي ته هو پر سندم ناناڻو ڪتنب مڪمل طور تي مولوين جو گهراڻو هو. قصور جي ڪيترين ئي مسجدن تي هو قابض آهن. منجهائن ڪي وڏيڪ پڙهيل ڳڙهيل مختلف يونيورسٽين ۾ مذهبي تعليم جا اُستاد پڻ بڻيا. قصور ۾ اسانجي ناني جو رهائش علائقو ڪوٽ مراد خان، بابا بلهي شاهه جي درگاهه کان ڪجهه فاصلي تي آهي. اتان جي هڪ وسندي بستي مينڪان ڪوٽ مراد خان منهنجي ناني جي جنم جو ماڳ اهي. اسانجا ڪيترائي مٽ مائٽ اڄ سوڌو اُتي ٽانيڪو آهن.

اسانجو نانو برسا ڪيئن پهتو سو به هڪ داستان آهي. سندس نالو حافظ نورالله هو ۽ سندس ڪتنب انتهائي ڪٽر مذهبي هو. 1957 ۾ قصور ويس ته ماڻهن مونکي سندس متعلق ٻڌايو. اسانجي پڙناني جو نالو مولوي

محمد عثمان هو. هو حج واسطي قصور کان اُسھیوءِ وري نہ موٽيو ءِ اُتيئي ٿانيڪو ٿي ويو. منهنجو نانو 1920 ۾ سٺ ورهين ڪانپوءِ واپس موٽيو تہ ساٺس گڏ اُتي نپجي وڏا ٿيل چار ترڪ ٻار پڻ هئا. اسان جي ناني نزڪ هئي جنهن کي ٻن پٽن ءِ ٻن ڌيئرن جو اولاد هو. سندس نالو ذڪيا هو جڏهن تہ اانجي والده جو نالو عدويا ءِ سندس ڀيڻ جو نالو دريا جڏهن تہ ڀائرن جا نالا سيف الدين ءِ محي الدين هئا. امان موجب هو ترڪيءَ کان اچي بمبئي ٿانيڪو ٿيا جتان پنجاب جي شهر قصور منتقل ٿيا. امان ءِ بابا ڳڻو زهبي تعليم پرائي هئي، پر جيئن تہ اسانجو والد واپاري هو انڪري پنهنجو حساب ڪتاب گجراتيءَ ۾ لکندو هو. اسانکي بہ گجراتي سيکاريائين ءِ مونکي گجراتيءَ جي ٽيوشن پڻ ڏياريائين. اسانجو والد جديد تعليم جو عاشق هو.

پنهنجو ڪٽنبي پسمنظر ان ڪري ٻڌايم جو پتو لڳي تہ منهنجي نظرين ۾ بين الاقواميت، فطري ءِ جينياتي آهي. منهنجو نظريو اِهو آهي تہ آئون مارڪس کي سائنسي حيثي ۾ درست ٿو ليکيان. مارڪسي نظرئي جي حوالي سان جيترو بہ علم پرايو اٿم، اُهو ڪميونسٽ پارٽين ۾ رهندي حاصل ڪيو اٿم ءِ ڪميونسٽ ادب پڙهي پرايو اٿم. پنهنجي ٻارن جي پالنا پڻ انهن ئي نظرين پٽاندر ڪئي اٿم. سمجهان ٿو تہ معاشري ۾ جيئرو رهڻ لاءِ مارڪس جو بنيادي فلسفو ڄاڻڻ انتهائي ضروري آهي. اِهو سيڪجهہ آکڻ جو مقصد اِهو آهي تہ انهن نظرين ڏانهن منهنجي اچڻ جو وڏو ڪارڻ اسانجي رت رت ءِ نظرين ۾ بين الاقواميت هئڻ هو. مون ڪابہ شئي، گهوٽي پيتي ناهي پر هر وک تي تجربي سان انڪي عملي زندگيءَ جي تجربن تي پرکيو آهي ءِ انهن نظرين تي عمل جي ڪسوٽيءَ تي چڪاسيو آهي ءِ پوءِ انهيءَ تجزيي کي اختيار ڪيو اٿم جنهن تي اڄ ڏينهن تائين لاڳاپيل آهيان.

منهنجا ناناٽا برسا، جيڪو ٿڌو علائقو هو ءِ جتي برف پوندي آهي، مان قصور آيا هئا جتي سخت گرمي ٿي پوي، سو اُتي پهچندي ئي امان،

ماسي ۽ نانيءَ ڇڻ تہ لڏو ڪري وڃو. گرمي ۽ اتان جي ماحول سبب اسانجي هڪ مامي تہ شهر ئي ڇڏي ڏنو سو نانا چوڻ لڳو تہ هو اُتي نہ رهندا. ان ريت سڀ ورهين ڪانپوءِ موٽي آيل نانا پنهنجي آڪهہ سميت ٻيهر ترڪي لڏي ويو. قصور جي رهواسين اسانکي ٻڌايو تہ نانا پنهنجي ملڪيت پڳڙن مٽ تي وڪڻي ويو هو. ترڪيءَ مان ٻيهر موٽڻ تي هو بمبئيءَ ۾ ٽانيڪو ٽيو. اسانجي والده ٻڌائيندي هئي تہ قصور پهچڻ تي اتان جي رهواسين سندن شاندار آدرڀاءُ ڪيو. هوءَ ٻڌائيندي هئي تہ 1920 واري انهيءَ ڏهاڪي دوران ترڪيءَ ۾ مصطفيٰ ڪمال جو راڄ هو جتي برقعو پائڻ تي پابندي هئي. حڪومتي ڪارندا وڏين وڏين قينچين سان برقعا ڪتري ڇڏيندا هئا. مصطفيٰ ڪمال جي وڏي دهشت هئي ۽ اسانجي والده ڪيس ڏاڍيل سڏيندي هئي. نانا کي ڇيو ويو تہ هو پنهنجي پٽن کي فوج ۾ ڀرتي ڪرائي جنهن تہ هُن وراڻيو تہ هو تہ هندي آهن تنهنڪري متن اِهو شرط لاڳو نٿو ٿئي. پوءِ پنهنجي پٽن کي فوجي ڀرتيءَ کان بچائڻ واسطي هندستان لڏي آيو. قصور جي رهواسين کي اِهوئي افسوس رهيو تہ نانا پنهنجي ڌيءَ جو وهان برادريءَ ۾ نہ ڪيو.

1957 ۾ جڏهن پنهنجي زال ۽ وڏي پٽ سان قصور ويس تہ هرڪو ملڻ آيو تہ حافظ نورالله جو ڏوهٽو آيو آهي. مسجدن جا پيش امام ۽ سندن گهرڀاتي پڻ ملڻ آيا. ڪچهريءَ دوران منهنجي ناني بابت ٻڌايائون تہ سندس قصور اچڻ تي تن ڏينهن ۾ هتان جي سڀ کان وڏي سرمائيدار گورا محمد امين سندس مان ۾ هڪ وڏو شاهي آجياڻو ڏنو. سموري قصي ڪهاڻيءَ ڪانپوءِ هنن پنهنجي اصل مقصد جو ڦاٽ ڪاڙو. هنن سمورن کي اسانجي ناني طرفان پنهنجي ڌيئرن جو وهان راڄ برادريءَ ۾ نہ ڪرڻ تي اعتراض هو. منجهائن هڪ مولويءَ مونکان پڇيو تہ توهانجو والد ڪير هو جنهن تي وراڻيم تہ مسلمان. وري پڇيائين تہ مسلمان هوندي فرقو ڪهڙو هئس تہ ٻڌايومانس تہ حنفي. وري پڇيائين ڪهڙو حنفي. منهنجو جواب هو سُني حنفي. پوءِ پڇيائين ذات ڪهڙي هئس. مون ٻڌايو تہ شيخ.

ھُن وڏيڪ پڇيو تہ ڪھڙو شيخ ھو جو شيخ تہ گھڻيئي آھن. ھڪ اُھي جيڪي ھندو مان مسلمان ٿيا ۽ ٻيا حالب. مون انتھائي ڪوڙائپ سان وراڻيو ھندو مان مسلمان ٿيو ھو تہ ھو بہ سمجھي ويو تہ مونکي مٺيان لڳي آھي ۽ انکانپوءِ ڪو سوال نہ ڪيائين. ممبئي ڇڏڻ ڪانپوءِ ڪٿي ڪو منھنجي ذات بابت پڇيو ويو ھو تہ اِھو تصور ۾ ئي ٿيو.

چل بلھیا اُتھے چلیے، جتھے سارے انھے
نہ کوئی ساڈی ذات پچھانے نہ کوئی سانوں منے

نظرئي جو حوالي سان سمجھان ٿو تہ جيڪڏھن ڪنھن ڳالھ کي علمي ۽ سائنسي طور تي درست سمجھو ٿا ۽ جيڪڏھن اِھا اوھانجي جين جو حصو نہ بڻجي تہ پوءِ اوھين جمال نقوي ٿا بڻجي وڃو سبطحسن جيڪو ڏھاڪن تائين ڪميونسٽ پارٽيءَ سان لاڳاپيل رھيو جي جين ۾ مارڪسزم ھو. ھن پنھنجي سموري ڄمار ان نظرئي کي ارپي ڇڏي پنھنجي نوي ورھين جي ڄمار ۾ اِو پرايو اٿم تہ اسانجي سوچ، نظريا ۽ سائنسي فڪر جيستائين جين جو حصو نٿا بڻجن اوستائين ڪنھن بہ مھل انھن تان ٽڙڻ ممڪن آھي.

اسانجو نانو ٻيھر ھندستان موٽڻ ڪانپوءِ بمبئي ۾ ٽانيڪو ٿيو. ساڻس گڏ ناني، ماما، ماسي ۽ امان پڻ ھئا. بمبئي ۾ ھڪ چونڪ "بائيڪ الله" جي نالي سان مشھور آھي. انھيءَ چونڪ ڀرسان ناريل واڙي علائقي ۾ ھڪ تبرستان ۽ ان سان لاڳاپيل ھڪ مسجد پڻ آھي، جتي منھنجو نانو پيش امام بڻيو. اُتي ئي گذاري ويو ۽ اُتي ئي دفن ٿيو. مرتئي مھل منھنجو نانو وڏي ڄمار جو ھو منھنجي والد، امان ۽ ھاڻ منھنجي ڄمار وڏي رھي آھي. منھنجو مامو تصور جي رھواسي مولوين کان بنھ ابتڙ ھو.

ماما اسانکي اڪثر پنھنجي دوستن ڏانھن وٺي ويندو ھو. ھو سمورا اوير يورپ جا ھئا جيڪي ترڪي ٻولي ڳالھائيندا ھئا. منجھائن ھڪ ھنگريءَ جو مسٽر ووڊ. ھڪ بلغارين ۽ ھڪ رومانين ھو. مانا اسانجي ناناڻي ڪتنب کان ڪوھين ڏور ھو. اسانجي والد جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ

هو ئي اسانجي گهراڻي جو سربراهه بڻيو. 1943 ۾ بابا جي گذاري وڃڻ کانپوءِ اسانجي ماءُ کي ترڪ هئڻ ۽ برادريءَ کان ٻاهر جي هئڻ سبب سورتي برادريءَ تڙي ڇڏيو هو. تن ڏينهن ۾ آئون ڏهن يارهن ورهين جو هئس ۽ اسانجي سموري ملڪيت تي قبضي ٿي وڃڻ سبب اسين بدحاليءَ جو شڪار هئاسين تہ اهڙي ڏينهن ۾ ماما اسانکي پناهہ ڏني هئي. ماما جو هڪ بخاري دوست هو جهن کي هرڪو ”ڳاڙهو ڪافر“ سڏيندو هو. ساڻس منهنجي واقفيت هڪ ڪارخاني ۾ ڪم ڪرڻ دوران ڪميونسٽ پارٽيءَ سان ويجهڙائپ ٿيڻ دوران ٿي. تن ڏينهن ۾ آئون پارٽيءَ جي هفتيوار اخبار ”نيازمانا“ هر آچر ڏينهن وڪرو ڪندو هئس. اها اخبار سينڊ هرسٽ روڊ تان شائع ٿيندي هئي. پارٽيءَ جي هڪ مقامي آفيس مستان تلاءُ ۾ پڻ هئي جتي پارٽيءَ جي اخبار پهچندي هئي. سو اخبارون وٺندي منهنجي ساڻس ملاقات ٿي. اُتان جي بوهرين ۽ ميمڻن جو وهنوار هو تہ صبح ساڻ هو ڪنهن کان بہ قرآن جي تلاوت ڪرائيندا هئا ۽ اِهو بخاري پڻ اُتي قرآن پڙهي ايندو هو. هُن مونکي جڏهن پارٽيءَ جي اخبار وڪرو ڪندي ڏٺو تہ مون بابت ڪيترين ئي ڳالهيون پڇيائين ۽ ان ريت اسانجي پاڻ ۾ ڏيٺ ويٺ ٿي وئي. ماما جو انهن بخارا واسين ۾ گهڻو اٿڻ ويهڻ هو. وچ ايشيا تڙيل انهن ماڻهن جو ڪٽ ٿيندو هو جنهن ۾ اسانجو مامو پڻ اڪثر ويندو هو. منجهن هڪجهڙائپ واري ڳالهہ ترڪي ٻولي ۽ ترڪيءَ بابت ڳالهہ ٻولهہ هئي.

اسانجي والد ۽ والده جي وهان جو پسمنظر اِهو هو تہ بمبئي جي هر پاڙي ۾ هڪ مسجد هوندي هئي، جن ۾ بہ قبرون هونديون هيون جن تي هر سال عرس ٿيندو هو. اهڙي ئي هڪ مسجد ۾ اسانجو والد نماز پڙهڻ ويندو هو. اِها مسجد شافعي مسلڪ جي هئي جڏهن تہ اسانجي والد جو تعلق حنفي مسلڪ سان هو پر تن ڏينهن ۾ بمبئي فرقيوار ڏڦيرکان آجي هئي. مسجد جو پيش امام اسان جو ماسڙ هو جنهن سان والد صاحب جي چڱي ڏيٺ ويٺ هئي سو هن اِهو سنگ ڇڪرايو. اسانجي والد جون اڳيئي بہ

شاديون ٿي چڪيون هيون. ٻئي گهرواريءَ جا ٻه پٽ اسان سان گڏ رهيا جن جو اسانجي زندگين تي وڏو اثر رهيو آهي. اِهو وهان ائين هو جو ٻه ڏار ڏار ڪٽنب هئا ۽ والد جيڪو راڄ ٻراداريءَ جو وڏو هو ۽ وٽس هرڪو پنهنجا مسئلا ڪٺي ايندو هو پر منجهائن ڪنهن ٻه اسانجي والده سان ڪو ناتو نه رکيو. والد جي مرتئي ڪانپوءِ جڏهن اسانکي گهران تڙيو ويو ته هڪ پڦيءَ ڪانسواءِ ڪوبه اسان ڏانهن نه لڙيو.

اسانجو والد اسان سمورن ڀائرن ۽ ڀينرن جي تعلقم تي ڏيان ڏريندو هو. وڏو ڀاءُ جنهن جي ذريعي اسان سيني کي ٻي گهر ڪيو ويو اسانجي ٻراداريءَ جو آلي ڪار ٻڻيو. انهيءَ ڀاءُ جو وهان تي چڪو هو ۽ والد جي مرتئي ڪانپوءِ ڪٽنب ڀاتين ۽ سندس ساهرن مٿس زور ڀريو ته هو اسان کي گهران تڙي ڪڍي نه ته سندس زندگي عذاب ٻڻجي ويندي. وڏي ڀاءُ فطري لحاظ کان چڱو ماڻهو هو. ڀچاڙيءَ تائين اسانجي گهر ايندو ويندو رهيو. مونکي هن نظرئي ويجهو آڻڻ ۾ پڻ سندس ڪردار آهي. والد منهنجي وڏي ڀيڻ، ڀاءُ ۽ مونکي انجمن اسلام هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو جنهن جو بمبئي ۾ هڪ وڏو نيٽورڪ هو. منهنجو وڏو ڀاءُ پاڪستان جي تحريڪ ۾ پڻ اڳيرو هو. هو ويهن ٻاويهن ورهين جي ڄمار ۾ قائداعظم نيشنل گارڊ جي دستي ۾ شامل هو جنهن سان گڏ پاڪستان نهراءَ جي موقعي تي لاهور پڻ آيو هو. وڏي ڀاءُ چڱي تعليم پرائي پر والد جي مرتئي ڪانپوءِ اسان ٻاقين جي تعليم ۾ رخنو پيو. اسانجي گهران نڪرڻ ڪانپوءِ اسانجا ماٽيلا ڀائر وڏيڪ ڏکين حالتن ۾ هئا. والد جي مرتئي ڪانپوءِ اسانجي والده اسانکي سمجهايو ته جيڪڏهن چڱي زندگي گذارڻي آهي ته محنت مزوري ڪرڻي پوندي نه ته يتيم خاني ۾ گهارڻو پوندو. اسانجي ڀيڻ پڻ مئٽرڪ ڪري ورتو هو وٽس ڊرائنگ ۾ ڊپلوما پڻ هئي. ڪيس سرڪاري نوڪريءَ جي آڇ آئي پر امان انجي اجازت نه ڏني. بمبئي جي مسلمانن ۾ جيئن ته تعليم پرائڻ جو لاڙو گهٽ هو انڪري هر پڙهيل ڳڙهيل کي نوڪري آڇي ويندي هئي. مون وٽ ٻه انجمن هاءِ اسڪول جو سرٽيفڪيٽ هو.

والد جي وفات ڪانپوءِ جڏهن اسان جو ڪو ٺڪاڻو نہ هو ۽ اسين پنهنجي مامي وٽ بمبئي ۾ رهندا هئاسين تہ حيدرآباد دکن ۾ رهندڙ اسانجي ماسيءَ اسانکي پاڻ وٽ رهائڻ جي آڇ ڪئي. سندس مڙس اُتي هڪ مسجد جو پيش امام هو. ماسيءَ چٺيءَ ۾ لکيو هو تہ هتي ٻنيون ٻارا آهن تنهنڪري هيڏانهن لڏي اچو سو 1943 ۾ اسين پنهنجي والده سوڌو حيدرآباد دکن وياسين پر اُتي مشڪل سان ڪي ٻہ مهينا ئي رهي سگهياسين جو اسانکي بمبئي موٽي اچڻو پيو. انهن ٻن مهينن واري عرصي دوران هڪ مرحلو اهڙو بہ آيو جو اسانجي ماسڙ اسان کي حيدرآباد کان ٿورڙي فاصلي تي سورونگر جي هڪ يتيم خاني ۾ داخل ڪرايو جيڪو انتظامي لحاظ کان تہ ڀلو هو پر آئون ٻن ٽن ڏينهن اندر ئي پنهنجي ڀائرن سان گڏ ڀڄي نڪتس. تڏهن پهہ ڪري ڇڏيم تہ ڪجھ بہ ٿي پوي، محنت مزوري ڪندس پر حيدرآباد ۾ نہ رهندس، سو اسين ٻيهر بمبئي موٽي آياسين.

بمبئي ۾ والده هڪ ڪمرو مسواڙ تي ورتو هو جنهن ۾ اسين ڪم ڪار ڪندي رهڻ لڳاسين. اسانجي والده پڻ گهر تي رهندي محنت مزوري ڪندي هئي ۽ ان ريت اسان سيني گهر جي خرچ پکي جو بار کنيو. آئون ٻارهن تيرهن ورهين جي ڄمار ۾ پنج آنا روز تي ڪارخاني ۾ ڪمائڻ لڳس. والده کي سلهہ جي بيماري ٿي پئي ۽ هوءَ 6 جنوري 1950 تي گذاري وئي. والد جي وفات ڪانپوءِ هوءَ ئي اسانجي ذهني، سماجي، سياسي ۽ ادبي پالنا ڪندي رهي.

ان کان اڳ جنهن ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو هئس، تنهن جي هڪ واڍي ڪشور ڪمار جو تعلق آريا سماج سان هو. هن منهنجي ذهني تربيت ۾ وڏو هٿ ونڊايو. مونکي پنهنجي والد طرفان ڪاروباري سونت ۽ والده طرفان اخلاقي پختگي حاصل هئي. پنهنجي والد جي مرتئي ڪانپوءِ اسانکي ٻي واهرو ڇڏڻ دوران اسان مٽن مائٽن، مذهب ۽ دنيا کي انتهائي ويجهڙائي کان ڏٺو هو. ڪشور ڪمار وٽن آريا ورت اخبار ايندي هئي.

مونکي شروعات کان ئي سياست ۾ دلچسپي هئي. اتي خلافت نالي هڪ اخبار پڙ ايندي هئي جيڪا آئون روزانو پئسا بچائي خريد ڪندو هئس. ڪشور ڪمار مونکي آريا ورت پڙهڻ ڏيندو هو جڏهن تہ آئون ڪيس خلافت جون خبرون ٻڌائيندو هئس پوءِ اسين ٻئي خبرن تي ٽيڪاٽپڻي ڪندا هئاسين. ڪشور ڪمار جي ڪري ئي مون ۾ فلمن لاءِ چاھہ پيدا ٿيو. هو اسان کي سماجي فلمن بابت ڄاڻ ڏيندو هو جن مان خواجا غلام عباس جي فلمن منهنجي ذهني تربيت ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. عالمي ۽ ترقي پسند نظرين بابت انهن فلمن مان گهڻو ڪجھہ پرايم. ترقي پسند سوچ ۽ ادب جي واڌ ويجهہ ۾ علمي ۽ نظرياتي ٻنهي حوالن سان انهن جو وڏو ڪردار رهيو آهي.

اسان جي وڏي ڀاءُ امين محمود جيڪو ماٽيلو هو ۽ جنهن اسان کي گهران تڙيو هو سان ان هوندي بہ منهنجي اُڪير هئي. والد جي وفات ڪانپوءِ اسين سمورا ڀائر ۽ ڀينرون محنت مزوري ڪرڻ لڳا هئاسين پر ان هوندي بہ راشن جي پورت نہ هئڻ سبب بہ ويلا ماني کائڻ بہ ڏکيو هو. اِهو مهاڀاري لڙائيءَ جو دور هو. والد جي وفات جي ٻن سالن ڪانپوءِ وڏو ڀاءُ اوڏي مهل مونسان مليو جڏهن سندس صورتحال خراب هئي ۽ مونکي پاڻ سان گهر وٺي وڃڻ لاءِ چيائين. والده ڪيس ڏسي ڪاوڙجي پئي پر سندس روئداد ٻڌي اسين سمورا ڏکوئجي وياسين تہ مٽن مائٽن سندس پوڪپڻي جو فائدو وٺندي سندس سموري ملڪيت ڦٻائي ورتي هئي ۽ ڪيس گهران تڙي ڇڏيو هو ان ڪري ئي مجبوريءَ وچان هو اسانوٽ آيو هو. حالتون اُتي وڃي پهتيون جو والده پنهنجي مڙس جي حياتيءَ ۾ پنهنجي ڏيئرن لاءِ جيڪو ڏاج جمع ڪيو هو سو بہ وڏن ڀائرن کي وڪڻو پيو تہ جيئن پيٽ گذر ڪري سگهجي.

1946 ۾ ساموندي فوج جي سپاهين جي بغاوت جو مونکي ڪشور ڪمار ئي ٻڌيو هو تہ فورٽ جي علائقي ۾ بيلر ڊيپئر تي ساموندي جهاز مان فائرنگ ڪئي وئي آهي. آئون بہ ڪيس حال احوال ڏيندو رهندو هئس.

انگريزن جي هڪ هڪ ٽرڪ ۾ ويهارو کن سپاهي ايندا هئا ۽ واريءَ جون ٻوريون پکيڙي انهن جي اوٽ مان فائرنگ ڪندا هئا. ايندڙ ڏينهن بمبئيءَ جو سڄو شهر بند ٿي ويو ۽ ڏڦير شروع ٿي ويا. انگريز هر گهٽي هر پاڙي ۽ هر چونڪ تي فائرنگ ڪرڻ لڳا. بمبئي ۾ دهشت ڇانيل هئي. ٽي ڏينهن اهڙي صورتحال برقرار رهي. اسين ٻه ٽن ڏينهن ڪانپوءِ پنهنجي ڪارخاني وياسين. ان ڪارخاني سان لڳولڳ انگريزن جو هڪ ديسي شراب خانو هو. جنهن جي ٻاهران گڏريل ويهن پنجويهن سالن کان اتي ٽانيڪو غريب انگريز اچي ويهندا هئا ته من ڪو کين بچيل ماني ڳيو ڏئي وڃي. ٽن ڏينهن ڪانپوءِ اُتي وڃڻ تي پتو لڳو ته انهن سمورن کي پلاند طور قتل ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ جو جڏهن بغاوت ڦٽي ته هر پاسي جاني ۽ مالي نقصان ٿيو. غريب ۽ شاهوڪار سڀ ماريا پئي ويا. اسانجو ڪارخانو پڻ انگريزن جو هو.

1946 ۾ جڏهن آئون هڪ ڪارخاني ۾ ملازم هئس ته اُن وقت اڪثر ڀنڊي بازار مان شائع ٿيندڙ هڪ اخبار "شاهد" هٽن ۾ ڪٽي نڪرندا هئاسين. اخبار جي آفيس ۾ ڪابي ڏر وارن جو هشام هوندو هو جن ۾ مهدي، ط_انصاري، زين العابدين ۽ علي خان شامل هئا. تن کان اخبار حاصل ڪري نڪرندا هئاسين. نيوي بغاوت جي ٻئي ڏينهن منجهائن ڪنهن هڪ مونکان پڇيو ته آئون پڙهي سگهان ٿو سو کيس ڪجهه پڙهي ٻڌايم ته منهنجي ذوق جو ڪاٿو لڳائي مونکي مون پوري جي "شاهد مزدور لائبرريءَ" جو ڏس ڏنائين. تڏهن کان ان لائبرريءَ مان ڪتاب حاصل ڪري پڙهڻ شروع ڪيم. انهيءَ لائبرريءَ ۾ وڏي ڀاءُ سان گڏيس. هو ترقي پسند تنظيم سان لاڳاپيل هو ۽ مونکي لائبرري ۾ ڏسي گڏجاڻيءَ ۾ هلڻ جي نينڊ ڏنائين. مستان تلاءَ ۾ انهيءَ تنظيم جي آفيس "حلقئہ احباب" ۽ "شو ورڪر يونين" جي نالي تي هو جيڪو پارٽيءَ جي ڇئن پنجن نوجوانن تي ٻڌل ڊانچو هو. مستان تلاءَ تي ٿيندڙ سندس گڏجاڻين ۾ عارف جلالي، ظهير حيدرآبادي، افسر رضا، يوسف

منان ۾ چار پنج ڀيا پڙهيل ڳڙهيل فرد ايندا هئا. منجهن شعر شاعري ۾ ترقي پسند ادب تي خيالن جي ڏي وٺ ٿيندي هئي. اهي گڏجاڻيون شروعات ۾ تہ ستن اٺن ڄڻن جون هونديون هيون پر اڳتي هلي اِهي پنجاهہ ڄڻن کان بہ وڌي ويون.

جهازين واري بغاوت جي ٻئي ڏينهن جڏهن بمبئي ۾ هاهاڪار متل هئي تہ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جا اڳواڻ ان کان پنهنجي لاتعلقيءَ جو اظهار ڪري رهيا هئا. ڪميونسٽ پارٽي انجي ڏٽي تي. سموري بمبئيءَ ۾ ڳاڙها جهنڊا ڦڙڪايا ويا. ايندڙ ڏينهن ڪميونسٽ پارٽي جا ڪارڪن ڀنڊي بازار ۾ پنهنجي اخبار وڪرو ڪري رهيا هئا. مون ڪانئن اخبار خريد ڪئي ۽ ان ريت ساڻن تعلق پيدا ٿيو ۽ ڪميونسٽن سان منهنجي عملي وابستگيءَ جي شروعات ٿي.

—

٢

# انجمن ترقي پسند مصنفين سان تعارف ۽ هندستان جي ورهاڱي جا واقعا

سوال: انجمن ترقي پسند مصنفين ۾ اچڻ ڪهڙي ريت ٿيو ۽ انجون سرگرميون ڪهڙيون هيون؟

جواب: جڏهن پارٽي آفيس ۽ شاهد مزدور لائبرري پهتس ته اُتان ئي مدن پوري ۽ مستان تلاءَ پهتس جتي پارٽي شاخ جي آفيس هئي. اُتي پارٽي ڪارڪنن جو هڪ تنظيمي ڍانچو هو جنهن ۾ شو ورڪر يونين ۽ ڪجھ ٻيا نوجوان هئا. جڏهن ته ڪجھ نوجوان "بزم احباب" سان هئا جتي پڻ منهنجو اچڻ وڃڻ هو. منهنجي ڀاءُ امين محمود جي ادب ۾ دلچسپي هئي ۽ هو اڪثر مشاعرن ۾ شرڪت ڪندو هو سندس ڪري مون به اوڏانهن وڃڻ شروع ڪيو. مونکي انهن ويهڪن ۾ ايندو ويندو ڏسي ڀاءُ مونکي همٿايو ۽ پوءِ مونکي انجمن ترقي پسند مصنفين جي گڏجاڻيءَ ۾ پڻ وٺي ويو. مستان تلاءَ ۾ حلقہ بزم احباب جي هفتيوار گڏجاڻيءَ ۾ يوسف منان، ظهير حيدرآبادي، عارف جلالي ۽ ٻيا به ڪيترائي شريڪ ٿي ڪهاڻيون ۽ شاعري پڙهندا هئا. انجمن جي گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪانپوءِ آئون پورهيت تحريڪن ۽ يونين سان لاڳاپجي ويس. انڊين پيپلز ٿيٽر ۽ انجمن ترقي پسند مصنفين ٻنهي جو ديودر هال ۾ ٺاڪ هو. 1948 ۾ جڏهن سجاد ظهير پاڪستان آيو ته انجمن سندس اثر هيٺ هئي،

جنهن جون هفتيوار گڏجاڻيون ٿينديون هيون. بي ٽي رنڊوي واري ڪانفرنس جو سمورو تنظيمي ڍانچو پڻ انجي اثر هيٺ هو.
انڊين پيپلز ٿيٽر ۾ حبيب تنوير سرگرم هو. هُن ڪانسواءِ مغني هو جيڪو اُتان رسالو "اردو ڊائجسٽ" ڪيندو هو. دنيا پاتڪ، اُچلاسچديو ۽ بيون اداڪارائون پڻ ان ۾ سرگرم هيون. انڊين پيپلز ٿيٽر ۾ راڳين جو هڪ جتو پڻ شامل هو جن ۾ شيلندر جيڪو اڳتي هلي فلمي شاعر طور مشهور ٿيو ۽ هڪ مرهٽو مسلمان شاعر ۽ سنگيتڪار امر شيخ پڻ شامل هئا. انهيءَ جٿي ۾ اسين سڀئي شامل هئاسين. منهنجي شروعاتي ذهني پالنا انڊين پيپلز ٿيٽر ۽ انجمن ترقي پسند مصنفين جي اثر هيٺ ٿي آهي. مستان تلاءَ واري هفتيوار گڏجاڻيءَ ۾ ڪجهه مقامي ڪارڪن شاعر پڻ شريڪ ٿيندا هئا جن جي شاعري ۽ بيون لکڻيون پٽين تي چنبڙايون وينديون هيون. ادب ۽ سياست ۾ دلچسپي رکندڙ اِهي پڙهندا هئا. منجهائن مسعود صديقي ۽ سندس ياءَ عزيز خلش جعفري صحافت ڪندا هئا ۽ انقلاب اخبار ۾ سندن لکڻيون شائع ٿينديون هيون. پٽ واري انهيءَ اخبار ۾ مون به لکڻ شروع ڪيو.
انڊين پيپلز ٿيٽر جا ٽي ناٽڪ مون کي ياد آهن.

- 1947 واري آزاديءَ تي بلراج ساهنيءَ جيڪو اڳتي هلي هندستاني فلم انڊسٽريءَ جو وڏو نالو بڻيو جو ناٽڪ "جادو کی کرسی" جنهن تي بمبئي حڪومت پابندي مڙهي ۽ جيڪو پوءِ مختلف پورهيت ڪاڄن ۾ پيش ڪيو ويو.
- حبيب تنوير سوويت شاعر مايوڪووسڪيءَ جي نظمن تي "سورج میرے آنگن میں" شاندار ريت پيش ڪيو هو.
- انڪانسواءِ هڪ ناٽڪ منشي پريم چند جو هو "شطرنج کے کھلاڑی" جيڪو حبيب تنوير پيش ڪيو هو ۽ جنهن ۾ وينا پاتڪ، اچلا سچديو مغني ۽ حبيب تنوير پڻ ڪردار ادا ڪيو هو. ناٽڪ جي پڇاڙيءَ تي انشا دهلويءَ جو هينيون غزل

انتهائي دردناڪ طرز تي ڳايو ويو هو جنهن جو اثر اڄ ڏينهن تائين منهنجي حواسن تي آهي:

کمر باندھے ہوئے چلنے کو یہاں سب یار بیٹھے ہیں
بہت آگے گئے باقی جو ہیں تیار بیٹھے ہیں

نہ چھیڑ اے نکہتِ بادِ بہاری راہ لگ اپنی
تجھے اٹکھیاں سوجی ہیں ہم بیزار بیٹھے ہیں

کہیں ہے صبر کس کو آہ ننگ و نام ہے کیا شے
غرض روپیٹ کر ان سب کو ہم یک بار بیٹھے ہیں

کہاں گردش فلک کی دیتی ہے سنا انشاءِ
غنیمت ہے کہ ہم صورت یہاں دو چار بیٹھے ہیں

هيءَ شاعري جڏهن پڙهي پئي وئي ته اسٽيج جو ڏيک اِهو هو جو انگريز فوج علائقي ۾ داخل پئي ٿي ۽ نواب شطرنج جي بازيءَ تي پاڻ ۾ وڙهي اڌ مئا پئي ٿيا.

انجمن ترقي پسند مصنفين جي لڳ ڀڳ سمورين گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪيم ۽ ان دوران مستان تلاءَ واري پت جي اخبار لاءِ لکڻ پڻ شروع ڪيم. ان دوران انجمن جي هڪ گڏجاڻي ۾ پنهنجي ڪهاڻي پڙهيم جنهن جو سرو هو پت "ڏياريءَ وارو ڏڻ". انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ مجروح، جعفري ۽ محمد مهدي پڻ موجود هئا. انهيءَ گڏجاڻيءَ جي رپورٽ انجمن جي ترجمان رسالي "علم و دانش" ۽ "نيا پرچم" ۾ پڻ شائع ٿي هئي. ڪهاڻيءَ تي مونکي تمام گهڻو ساراهيو ويو ۽ علي سردار جعفريءَ ته مونکي پنهنجي آفيس اچڻ جي نينڊ ڏني. سندم پاءُ امين مونکي بمبئي جي علائقي فورٽ وٺي ويو جتي ترقي پسند ڪتابن جي آفيس هئي ۽ جنهن جي پبلشنگ هائوس جي انتظاميا ۾ علي سردار جعفري پڻ شامل هو.

سوال: پارٽيءَ سان لاڳاپو ٿيڻ کانپوءِ اوهان ڪهڙا ڪتاب پڙهيا؟

جواب: پارٽي جي ويجهو ٿيڻ کانپوءِ ٻن سالن 1946 کان 1948 تائين باقاعدي اسٽڊي سرڪل ۾ شريڪ ٿيندو رهيس. ان وقت منهنجي تعليم سيڪنڊريءَ تائين. مئٽرڪ جو امتحان نه ڏئي سگهيو هئس. مون پنهنجو سمورو سياسي، سماجي شعور ۽ دنيا بابت ادراڪ پارٽيءَ ۾ اچڻ کانپوءِ انهن ڪتابن مان ئي پرايو. شروعاتي علم ۾ پرايم ته انسان جي ارتقا ۽ دنيا ۽ معاشري جي ارتقا ڪيئن ٿي؟ انهيءَ مقصد واسطي اسٽڊي سرڪل ۾ رکيل، شروعاتي ڪتابن ۾ رضا سجاد ظهير جا ڪتاب "انسان جو عروج" ۽ "سماج جي ارتقا"، باري عليگ جو ڪتاب "ڪمپني ڪي حڪومت" ۽ رجني پام دت جو ڪتاب "انڊيا ٽوڊي" شامل هئا، جيڪي پڙهياسين. انڪانسواءِ منشي پريم چند جي ڪتابن سميت ڏيهي ۽ پرڏيهي ادب جا ڪتاب پڻ شامل هئا جن تي پڙهڻ کانپوءِ باقاعدي بحث مباحثو ٿيندو هو ته معاشرو ڪيئن اُسريو، انسان ڪيئن وجود ۾ آيو ۽ رياستون ڪيئن قائم ٿيون. اسانجي ڪورس ۾ هيرالڊ لاسڪيءَ جو ڪتاب "فاشزم" پڻ شامل هو جيڪو هٽلر ۽ بين مهاڀاري لڙائي بابت هو. انهيءَ دوران ڪتابچي جي صورت ۾ بي ٽي رنڊوي جو "معاشي گهوٽالو ۽ انجو حل" ۽ "انقلاب جي حڪمت عملي ۽ انجو طريقيڪار" به پڙهيم. چيني انقلاب کان اڳ جاپاني تشدد ۽ رتوڇاڻ تي امريڪي ليکڪ پرل ايس بڪ جي ڪتاب Good Earth جو ترجمو "ڌرتي ماتا" جي سري هيٺ شائع ٿيو. جاپاني حملي ۽ چيني گهرو لڙائي جي پسمنظر ۾ لکيل، انهيءَ ڪتاب تي اڳتي هلي هڪ فلم پڻ ٺهي. انڪانسواءِ جو ڪيس فيوچڪ جو ڪتاب "پھانسی کے سائے میں" پڻ پڙهيوسين.

اڄوڪي دور ۾ ڪنهن به سياسي پارٽيءَ ۾ اهو نظر نٿو اچي ته پنهنجي ڪارڪنن کي اُهو ڪجهه پڙهايو ويندو هجي جيڪو

اسان پنهنجي اوائلي دور ۾ پڙهيو. اڳوڻي دور ۾ ڪابيءَ ذر جي پارٽين جي ڪارڪنن تي سياسي پورهيو ڪيو ويندو هو ۽ سندن ذهني پالنا ڪئي ويندي هئي. ماڻهن جي اِها ڳالهه بنهه غلط آهي ته پارٽيءَ ۾ اچڻ ڪانپوءِ ڪارڪنن کي ڪفر جي دڳ تي لاٿو ويجي ٿو بنهه غلط آهي. ڪين رڳو ايترو ئي چوندس ته منهنجي ذهن تي علم جا سمورا در ۽ ڪنڊون پاسا پارٽيءَ ۾ اچڻ ڪانپوءِ ئي کليا جو هنن مونکي ادب ۽ معاشري کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ تي هر ڪايو. سندن سنگت ۾ ئي انساني نفسيات جي ڄاڻ پروڙيم.

علي سردار جعفريءَ مونکي پڙهڻ لاءِ ملڪ راج آنند جو ڪتاب "قلي"، خواجا احمد عباس جو "زعفران کے پھول" منشي پريم چند جو "زادِ راه" ڏنا. اُتي ڪتب پبلشر جو شائع ڪيل، سعادت منٽو جو ڪتاب "چغد" پڻ موجود هو. اِهو گهرڻ تي سردار جعفريءَ مونکي اِهو پوءِ پڙهڻ جي صلاح ڏني. علي سردار جعفري سدائين منٽو تي تنقيد ڪندو رهندو . ياد اٿم ته ڏڦيرن ۽ فسادن دوران جيڪي ڪتاب مونکي پڙهڻ لاءِ ڏنا ويا تن ۾ ڪرشن چند جو "ہم وحشی ہیں"، رام آنند ساگر جو "اور انسان مرگیا" ۽ منٽو جو "سیاہ حاشیے" شامل هئا.

منٽو جي "سیاہ حاشیے" تي علي سردار جعفريءَ جو تبصرو هو ته منٽو کي فسادن جي پوائتي دور ۾ پڻ مزاح جا پور پيا آهن. انجمن جي گڏجاڻين ۾ پاڪستان ۾ لکجندڙ ڪهاڻيون پڻ پڙهيون وينديون ويون. انهن مان هڪ منٽو جي "سرکنڈوں کے پیچھے" پڻ هئي، جنهن ۾ قتل جو هڪ پوائنتو ڏيک پيش ڪيو ويو هو جعفريءَ ان تي پڻ چوهه چنڊيا. تن ڏينهن ۾ پنهنجو گهڻو ٽو وقت هر قسم جا ڪتاب پڙهڻ ۾ گذاريندو هئس.

نفسيات بابت اسانکي سمجهايو ويندو هو ته نفسيات ۾ انفراديت کي واضح ڪيو ويندو آهي ۽ اِها امريڪي چال آهي ته سماجي رد انقلاب لاءِ انفراديت کي آڏو آڻجي ۽ اجتماعيت کان پرپرو

تجي. ڪرشن چندر انجمن جي هڪ گڏجاڻي ۾ "امريڪي ڪوڙهہ" جي سرد هيٺ هڪ خادو پڻ پڙهيو هو جنهن ۾ هُن نفسيات جي انهن نظرين کي ننديو هو جن جو چوڻ هو تہ اجتماعيت انسان جي شخصيت ۽ ذهني صلاحيتن کي نپوڙيو ڇڏي انڪانسواءِ تن ڏينهن ۾ باري عليگ جو ڪتاب "ڪمپني کي حڪومت"، اجني پام دت جو "نئون هندستان"، ڪلپنا دت جو "چٽ گاؤں کے انقلابي" ۽ مارڪس جي تعليم بابت ڪتابن جو اڀياس پڻ ڪيم. انهيءَ دوران شاهد لائبرريءَ جو روزانو ڦيرو ڪندو هئس.

سوال: ننڍي ڪنڌ جي ورهاڱي دوران اوهانجي اکين آڏو ڪهڙا واقعا پيش آيا؟

جواب: 1946 ۾ ساموينڊي فوج ۾ بغاوت ٿي جنهن ۾ عام هندو ۽ مسلمان سيئي شريڪ هئا ۽ اِها انگريزن خلاف تحريڪ ۽ فسادن جي چڻ تہ شروعات هئي. بيلر ڊيپيئر واري علائقي ۾ جتي ساموينڊي فوج جا جهاز بيٺل هئا، انگريز هندستاني سپاهين تي پنهنجي جهازن مان فائرنگ ڪري رهيا هئا، اِهو منظر نامون پنهنجي اکين سان ڏٺو هو. ايندڙ ڏينهن کان سخت احتجاج شرو ٿي ويو ماڻهو انگريز فوج سان ٽڪراءَ ۾ پئي آيا، باغي عوام جو چڻ سمنڊ اُٿلي پيو هو روڊ رستن تي. ڪابہ عمارت محفوظ نہ هئي. پوليس چوڪين ۽ ريلوي اسٽيشن کي باهہ ڏني وئي، ڪوبہ پاڙو اوڙو انهيءَ بغاوت کان بچيل نہ هو. هر پاسي رتوڇاڻ ۽ لاش هئا. ڪو هزارين ماڻهو مارجي ويا. مون انگريزن خلاف هندن ۽ مسلمانن کي گڏجي وڙهندي ڏٺو. اِهو منظر اڄ بہ منهنجي ذهن تي پهرين ڏينهن وانگر چٽو آهي. انجي ڪجهہ ڏينهن ڪانپور سڄي بمبئي ۾ ڳاڙها جهنڊا ڦڙڪي رهيا هئا. ڪميونسٽ پارٽيءَ وڏي واڪ اعلان ڪيو هو تہ هو ان تحريڪ جي ڀليرائي ڪن ٿا ۽ ان ۾ شريڪ آهن جڏهن تہ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ اڳواڻ جتي ڪٿي تقرير ڪندي چئي رهيا هئا تہ سندن ان سان ڪو واسطو ناهي. انجي ڪجهہ ڏينهن ڪانپور هندو مسلم ڏقير شروع ٿيا ۽ سول نافرماني ٽيڻ لڳي.

# منهنجا بزرگ، همدم ۽ دم ساز



رشاد محمود جي والده
پهرين جنوري 1950ع وفات کان ڇهه ڏينهن اڳ جي تصوير



رشاد محمود وڏي ڀيڻ رقيه عائشه سان گڏ
رقيه عائشه افسانه نگار هئي، جنهن جا افسانا بمبئي جي
رسالن 'ڪهڪشان' ۽ 'اُجالا' ۾ ڇپجندا رهيا.



رشاد محمد پنهنجي بيگم رشيده سان گڏ، 5 فيبروري 1956ع



1987ع، لاهور ۾ رهڻ واري زماني جي تصوير



رشاد محمود جو وڏو ڀاءُ امين محمود



رشاد محمود مطالعو ڪندي



ڊاڪٽر اعزاز نذير سان گڏ
پٽ محمد نادر جي شادي جي موقعي تي



رشاد محمود پنهنجي پٽ ناظر محمود سان

جو ہو سکے تو اِسی کارواں میں مل جاؤ

جو منزلوں کو ہے گردِ سفر بنائے ہوئے

اهي عظيم شخصيتون جن کي ڏسڻ ۽ جن جي صحبت مان فيضياب ٿيڻ جو مونکي اعزاز حاصل ٿيو



علي سردار جعفري



ڪرشن چندر



کیفي اعظمي



خواجہ احمد عباس

جهازين جي ٻڏاوت جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل هندو مسلم ايڪتا کي هندو مسلمان ٽڪراءَ ۾ تبديل ڪيو ويو جنهن جو سڌ مسلم ليگ ڏنو هو.

مسلم ليگ جي ڳڙهه بندر بازار جي چونڪ تي محفل خدام چشتيه نالي هڪ ادارو هو جتان مسلم ليگي ڪارڪنن ۽ ڏڦيرين کي پڙڪايو ٿي ويو. اصل ۾ منهنجو پاءُ مسلم نيشنل گارڊ ۾ هو ۽ هو عبدالرحمان دهلويءَ سان گڏ. جيڪو انتهائي پڙهيل ڳڙهيل هو قائداعظم جي گهر ويو هو ۽ سندس سيڪريٽري نوجوانن جي ڳالهه ٻڌي قائد کي جاڻ ڏيڻ ويو ۽ موٽي اچي چيائين ته نوجوانن کي واپس اُماڻيو. جڏهن ٻه سندن گهرج پئي ته گهرائي وٺنداسين ۽ جيڪي ڪجهه ٿئي پيو تنهن ۾ مداخلت نه ڪئي وڃي. مطلب ته ڏڦيرن کي هوا ڏيڻ ۾ سرڪاري ۽ سياسي تنظيمن جو پڻ هٿ هو. فسادي ٽولا ان ۾ ملوث هئا ۽ هو هندن جي پاڙي جا پڻ رهواسي هئا. واهين ڪان بمبئي ۾ گڏ رهندڙن کي انجو تصور ٻه نه هو. اهڙي صورتحال کي ڏسندي سياست سان منهنجي ڏيٺ ويٺ ڪم آئي ۽ آئون ڪاهي ڏر سان سلهاڙجي ويس. منهنجي ڪم ڪار واري هنڌ تي پڻ هندو مسلمان ۽ عيسائي پاڙ ۾ گڏجي سڏجي رهندا هئا پر ڪجهه ڏينهن جي ڏڦيرن ڪين ڪٽو ڪٽو ڪري ڇڏيو. انجو ردعمل اِهو ٿيو جو مونکي ننڍي کنڊ جي ورهاڱي کان ڌڪار ٿي پئي ۽ انجي نتيجي ۾ آيل جاگرافيائي تبديليءَ کي اڄان تائين تسليم نه ڪري سگهيو آهيان ته ڪو ان مان ننڍي کنڊ يا معاشري تي ڪي مثبت اثر پوندا. 1947 ۾ بنگال ۽ پنجاب جي ورهاڱي ۽ پوءِ 1971 ۾ بنگلاديش ٺهڻ مهل ٿيل رتوڇاڻ انسانيت جي تذليل ۾ انتها ڪري ڇڏي.

سوال: فسادن/ڏڦيرن وارن ڏينهن دوران اوهانجا ذاتي تجربا ڇا هئا؟

جواب: 1946 وارن ڏڦيرن جي شروعات منهنجي پاڙي کان ٿي ۽ اسانجي پاڙي ۾ اسماعيل يوسف پڻ رهندو هو جيڪو ڪراچي اچڻ ڪانپوءِ

بدماشيل ليبر يونين جو صدر بڻيو ۽ نيشنل ٿيٽر قائم ڪيائين.
هو بزم علم و دانش جي باني مان هڪ هو. اسانجي پاڙي ۾ مورچي بندي هئي ۽ ڏڪير سرداري سرپرستيءَ م ٿيندا هئا يعني ايجنسيون ۽ پوليس ئي ڏڪير پڪيڙڻ ۾ ملوث هيون. ڏڪيرن جي ڏينهن ۾ آئون بمبئي ۾ هئس، جن دوران گهر کان ٻار نڪري هندين ۽ عيسائين سان گڏجي ڪم ڪندو هئس. ماڻهو اسان کي روڪيندا هئا ۽ اسانجي وڏڙن کي دانهن ڏيندا هئا ته توهانجو ڇوڪرو هندن جي علائقي ۾ ٿو وڃي. جنهن ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو هئس سو عيسائين جو هو ۽ ڪارخاني جي هنگري واسي مينيجر مونکي ڪنهن ڪم ڪار واسطي ٻاهر موڪلڻ مهل ڳچيءَ ۾ صليب لٽڪائڻ لاءِ ڏني هئي جيڪا ڦيري عيسائي ٻڌجي پيو گهمندو ڦرندو هئس. تنهن وقت نوجوان هئس ۽ ٻنان ڪنهن ڏپ ڊاءُ جي سائيڪل تي پيو شهر لتاڙيندو هئس.
هندو مسلم ملڪ، سماج جي انهيءَ ورهاڱي کي اڄان تائين ذهني طور قبول ڪري نه سگهيو آهيان. ياد اٿم ته ڏڪيرن جي ڦرين ڏينهن ٻه ڄڻا فائرنگ وگهي مارجي ويا هئا. سندسن راشن سوڏو مسلمانن ڪاسائي پاڙي مان هڪ جلوس ڪڍيو هو جنهن ۾ ڪيترن ئي ماڻهن وٽ هٿيار پنهوار پڙ هئا. قبرستان هندن جي پاڙي ۾ هو ۽ اوڏانهن ويندي جلوس وارا سامهون ايندڙ ڪيترن ئي ماڻهن کي ڇرين ۽ خنجرن سان زخمي ڪندا پئي ويا. آئون ٻه ان جلوس ۾ هئس. ڀاڄ پوڻ تي آئون ٻه اُتان ڀڄي نڪتس ۽ ڀرسان ئي موجود حبيب بينڪ، جنهن جو دروازو ڪليل هو ۾ گهڙي ويس جتان هٿو مٿو ٺرڻ تي ٽن چئن ڪلاڪن کانپوءِ گارڊ مونکي ٻاهر ڪڍيو. اها سڄي صورتحال پنهنجي اکين سان ڏٺم جنهن ۾ بيگناهه ماڻهن کي ماريو پئي ويو. ڏڪيرن ۽ ورهاڱي وقت پارٽي آفيس ويندو هئس ۽ اُتي ڪرشن چندر جو فسادن تي ڪهاڻين جو ڪتڪو "ہم وحشی ہیں" پڙهيم. انڪانسواءِ "شاهد" نالي رسالي جي

ايڊيٽر عادل رشيد جون "درندے" جي سري هي لکيل ڪهاڻيون ۽ فسادن تي راماننڊ ساگر جو ناول "اور انسان مر گيا" پڻ پڙهيم.

سوال: فسادن جي ڏينهن ۾ ڇا ڪڏهن فوج به آئي يا رڳو پوليس ئي ڪنٽرول ڪندي رهي؟

جواب: فسادن ۾ رڳو پوليس ئي هئي، فوج نه هئي. هڪ ئي اهڙو واقعو هو جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ ماڻهو مارجي ويا هئا. 1946 واري بغاوت ڪانپوءِ به اڳوڻا فوجي ڪولابا ديوي روڊ تي سنڌن جي هڪ پاڙي ۾ فائرنگ ڪندي داخل ٿيا. هنن ڏوبي تلاءُ سڌجنڌڙ آزاد ميدان چونڪ تائين ڪو ڏيڍ ميل ڪن علائقي ۾ فائرنگ ڪئي جنهن ۾ ڏيڍ به سئو ماڻهو مارجي ويا. فسادن ۾ اِها ڳالهه بنهه واضح هئي ته اِهي سرڪاري سرپرستيءَ ۾ تي رهيا هئا. انگريز حڪومت فرقيواريت کي هٿي ڏئي رهي هئي. انهيءَ دوران ترقي پسند تنظيمن ۽ فردن جيڪي امن پسند ۽ سيڪولر هئا، ڀرپور ڪردار نڀايو. خواجا احمد عباس، بلراج ساهني، پرٿوي راج، دليپ ڪمار سميت ڪيترن ئي فنڪارن، اديبن ۽ شاعرن جي سرواڻيءَ ۾ بمبئي جي فساد ستيل علائقن ۾ امن مارچ ڪيو ويو جنهن کي عام ماڻهن انتهائي ساراهيو.

سوال: ان ڪانسواءِ اوهانجون ٻيون سرگرميون ڪهڙيون هيون؟

جواب: هر هفتي پارٽيءَ جي اخبار وڪڻڻ لازمي هو. مختلف ٽولا مختلف علائقن ۾ وڪري لاءِ نڪرندا هئا. ان ذريعي عوام سان ڳانڍاپو رهندو هو ۽ هنن تائين پنهنجي سوچ پهچائڻ ۾ مدد ملندي هئي. پارٽيءَ جي همدردن وٽان چندو به ملندو هو جيڪو مختلف سرگرميون ڪرڻ ۾ ڪتب آندو ويندو هو. اسانجي علائقي جي اخبار وڪرو ڪندڙ ٽولي ۾ شو ورڪرز يونين جو صدر ببو ميرن، عبدالرحمان دهلوي، مسعود صديقي، افسر رضا، يوسف منان، سعيد رضا سعيد ۽ ڪيفي اعظمي شامل هئا. انکانسواءِ گرني ڪامگار يونين جا علائقائي ڪٺ ڪرڻ، انجا انتظام ۽ پورهيتن

جي رڪنيت سازيءَ لاءِ فيڪٽري گيٽ تي گڏجاڻيون پڻ اسانجون سرگرميون هيون. انڪانسواءِ ٻين مهاڀاري لڙائي کانپوءِ عالمي امن ڪائونسل جوڙي وئي. ارونا آصف علي ۽ سيف الدين ڪچلو هندستان ۾ ان جا اڳواڻ هئا. اِها تحريڪ سڄي دنيا وانگرت هندستان ۾ پڻ انتهائي سرگرم هئي. انجي اهم مطالبن ۾ دنيا ۾ پرامن برداشت، ۽ ائٽم بم تي پابندي لڳائڻ پڻ شامل هئا. ان واسطي ماڻهن ۾ ائٽمي لڙائي جي مخالفت لاءِ سجاڳي پيدا ڪرڻ سان گڏوگڏ ائٽم بم تي پابنديءَ جي اپيل تي صحيحون پڻ ڪرايون وينديون هيون. ان ۾ سمورا ماڻهو سرگرم هئا. ڪيفي اعظميءَ جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ جلوس ياد اٿم جيڪو امريڪي پرڏيهي وزير جان فاسٽر ڊلس عجي هندستان جي دوري تي اچڻ واري موقعي تي ڪڍيو ويو هو. انهيءَ جلوس جو اهم ترين نعرو "جان فاسٽر ڊلس واپس وڃ" ۽ "جنگ جو پرچارڪ فاسٽر ڊلس" هو. ٻيو واقعو فرانس جي ائٽمي سائنسدان جيوليٽ ڪيوريءَ جي هندستان اچڻ دوران اسانجي بمبئي واري علائقي مدن پوري ۾ اچڻ ۽ پورهيتن جي جلسي کي امن تحريڪ جي حمائت ۾ ۽ ائٽم بم تي پابندي لڳائڻ واري گهر تي جلسي کي خطاب ڪرڻ هو. آئون ۽ اسماعيل يوسف هڪ ئي پاڙي جا رهواسي هئڻ سان گڏوگڏ همعمر ۽ جدوجهد جا ساٿي پڻ هئاسين. اسان اُتي پيپلز پروگريسو سوسائٽيءَ جي نالي سان هڪ تنظيم پڻ قائم ڪئي هئي ۽ ان تحت مختلف ڪاج پڻ ڪراياسين. ٻه مشاعرا تہ اڃان تائين ياد اٿم، جن مان هڪ سعيد رضا سعيد ۽ ٻيو ڪيفي اعظميءَ جي صدارت هيٺ ٿيا هئا.

٣

# ڪميونسٽ پارٽيءَ سان تعلق، سرگرميون، ساٿي ۽ ادبي ماحول

سوال: هندستان جي ورهاڱي کان اڳ ڪمونسٽ پارٽيءَ کانسواءِ ٻين کهڙين تنظيمن سان اوهانجو تعلق رهيو؟ ان بابت ڪجهه ٻڌايو.

جواب: ننڍي ڪنڌ جي ورهاڱي کان اڳ ۾ جهازين جي بغاوت دوران ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ذيلي تنظيمن سان لاڳاپيل رهيس. مدن پوري واري علائقائي ذيلي تنظيم ۾ شاهد مفت پورهيت لائبرري هئي جنهن ۾ روزانو ويندو هئس ۽ انجي سرگرمين ۾ حصو وٺندو هئس. انڊين پيپلز ٿيٽر سان پڻ لاڳاپيل هئس ۽ انجي ترانو ڳائڻ واري ٽولي ۾ پڻ شامل هئس جيڪو مختلف جلسن جلوسن ۾ سياسي گانا ڳائيندو هو. انجمن ترقي پسند مصنفين ۾ 1948 کانپوءِ منهنجو مسلسل اچڻ وڃڻ رهيو جڏهن تہ ان کان اڳ پڻ انجي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيندو رهيو هئس. ان دوران مختلف ڪاڄن، ادبي جلسن، مشاعرن، اقبال ڏيهاڙن ۽ پورهيتن جي گرني ڪامگار يونين جي پهرين مئي وارن ڏيهاڙن ۾ شريڪ ٿيندو رهيس، جن ۾ ڪميونسٽ پارٽي پڻ شريڪ هوندي هئي.

ڪلڪتي ڪانفرنس کانپوءِ پارٽي سرگرمين ۾ تيزي آئي، جنهن دوران پراڻي لائين تبديل ڪري وڏيڪ انتها پسنديءَ تي ٻڌل نئين لائين اختيار ڪئي وئي. انهن پروگرامن جو سلسلو آزاديءَ

ڪانپوءِ بہ هلندو رهيو. انهن مان ڪي مشاعرا تہ اڄ بہ ياد اٿم. بمبئي جي پسگردائيءَ ۾ "آنڌيري" نالي هڪ علائقي ۾ مشاعرو ٿيو. جنهن ۾ نياز حيدر تعليم تي شاندار نظم پڙهيو. پيمڙي ڪانفرنس کان اڳ 1948 دوران هلنڊڙ تحريڪ جي سلسلي ۾ ٿيل مشاعرن ۾ پڻ شريڪ رهيس. انهن مان هڪ مشاعري جي خاص ڳالهہ اِها هئي تہ اِهو شاگرد يونين جي صلاح تي ڪاليج انتظاميا ڪرايو هو. جڏهن ڪين پتو پيو تہ ان ۾ ترقي پسند شاعر بہ ايندا تہ ضابطو مڙهيائون تہ مشاعري ۾ ڪو سياسي نظم نہ پڙهيو ويندو. نياز حيدر تائين اِها ڳالهہ پهتي جيڪو عام پور هيت يونين ۽ ادبي ادارن سان لاڳاپيل هو. تنهن چيو تہ جيڪڏهن پابندي آهي تہ پوءِ هو مڪمل غير سياسي نظم پڙهندو جيڪا مڪمل طور تي غير سياسي ۽ تعليم بابت هوندي.
هُن هيٺيون نظم ان مشاعري ۾ پڙهيو:

یہ زبان آج بھی خاموش نہ ہوگی اے دوست
یہ زبان آج سے پہلے کبھی خاموش نہ تھی
ذہن و افکار پہ پابندی سے کیا ہوتا ہے
لبِ اظہار سرِدار بھی وا ہوتا ہے
رکھیو غالب مجھے اس تلخ نوائی سے معاف
آج کچھ درد مرے دل میں سوا ہوتا ہے
کالجوں سے جو گئے عالم و فاضل بن کر
ان کی عرضی و سفارش کی سعادت نہ ملی
مفلسی نے یہ کہا زہر ہے افلاس کا حل
اور کی جو نیلام سند، زہر کی قیمت نہ ملی
زہر کا جام جو یونان میں پی سکتا ہے
وہ کسی جھوٹ کو پروان نہ چڑھنے دے گا

جو کہ اڈائر کو بھری بزم میں گولی مارے
وہ کبھی موت کو انجیل نہ پڑھنے دے گا
یہ زباں آج بھی خاموش نہ ہوگی اے دوست
علم درکار ہے، ٹیگور کے بیٹوں کے لیے
علم اقبال کے فرزندوں کا حق ہے ساتھی
علم کو چھین لو سرمائے کے دلالوں سے
ایک وہ دیش بھی ہے مفت ہے تعلیم جہاں
جس جگہ علم کا بیوپار نہیں ہو سکتا
علم دریاؤں کی مانند بہا کرتا ہے
جس کی فیاضی سے انکار نہیں ہو سکتا
یہ زباں آج بھی خاموش نہ ہوگی اے دوست
یہ زباں آج سے پہلے کبھی خاموش نہ تھی

نظم: "تہذیب کے معمار"

انهيءَ دوران هڪ ٻيو مشاعرو پڻ ٿيو جنهن ۾ نياز حيدر ڪيترائي نظم پڙهيا جيڪي ان وقت ٿيندڙ گرفتارين بابت هئا:

زنداں کے مٹائے جانے تک پابندئ زنداں اور سہی
سینوں کے مقفل دروازے شاہد ہیں کہ میں مجبور نہیں
سنگین حصاروں نے دیکھا آواز میری محصور نہیں
کچھ دن ہیں مگر کچھ دیر نہیں اب اپنی کرنی کر جاؤ
خرافت گناہوں کے ڈھانچے مٹی کے حوالے کر جاؤ
جنتا سے لڑو گے کس بل پر اس بات کو بھول سہر جاؤ
جینے ہی کی ضد کرتے ہو اگر کچھ نزع کی گھڑیاں اور سہی
زنداں کے مٹائے جانے تک پابندئ زنداں اور سہی

اُٹھاؤ بیڑا کہ ایشیا میں کبھی غلامی نہیں رہے گی
پنپ سکے گا نہ کوئی فتنہ نظر میں خامی نہیں رہے گی
ہم اس کو باقی نہ رہنے دیں گے جو شے عوامی نہیں رہے گی
بلند ہے زندگی کا پرچم، جہاں کا نقشہ بدل رہا ہے
وہ جنگ کی تند و تیز آندھی میں امن کا دیپ جل رہا ہے

نظم: "امن کی راہ پر"

هڪ جلوس ڪيفي اعظميءَ جي سرواڻيءَ ۾ نڪتو هو. تن ڏينهن ۾ مصر ۾ شاهه فاروق هوءِ نحاس پاشا اُتان جو وزيراعظم هو. تن ڏينهن ۾ هڪ تحريڪ هلي ته اسڪندريا جي هوائي اڏن تان انگريز فوج جي نيڪالي ڏني وڃي. مصر جي پٺڀرائيءَ ۾ اهو جلوس نڪتو هو. نياز حيدر مصر تي هڪ نظم لکيو جنهن جا مصري ثقافت جي پسمنظر ۾ ڪجهه بند ڏسو:

زلیخا کا وطن بے زار بدصورت سیاست سے
ابولہلول اور دونا ہوگیا اپنی جسامت سے
زمیں مشہور ہے جو اونچے اہراموں کی عظمت سے
جو ہر فرعون کے لاشے کو رکھتی ہے حفاظت سے
وہیں چر چل مرے گا کس قدر تقدیر والا ہے
اندھیرے کے سیہ کار و سویرا ہونے والا ہے.

نظم: "اُجالا"

پيمرڙي ڪانفرنس ۾ پڙهيل نظم:

تیرگی پھر اسی انداز سے گھر آئی ہے
پھر وہی ظلم کی منحوس گھٹا چھائی ہے
دیدہ ور دیکھ اگر جرأت بینائی ہے
آج مظلوم کی آواز میں سچائی ہے

ساتھیو آؤ کہ ہنگامِ صف آرائی ہے
یہ تپِ دق کی حکومت یہ کفن چور نظام
یہ سرِعام شہیدوں کے لہو کا نیلام
زاغِ نالاں کی طرح شور مچاتی ہوئی شام
بھونکتے کاٹتے کتوں سے بھی پاگل ایام
زندگی ہے کہ یہ انسان کی رسوائی ہے

اِهي مشاعراتن ڏينهن ۾ تحريڪن اندر تحرڪ پيدا ڪندا هئا. بمبئي ۾ سوچ جا ٻه لاڙا هئا. هڪ ترقي پسند شاعرن جو هو جڏهن ته ٻيو شڪيل بدايونيءَ جو هو. اُتي شمس عظيم آباديءَ جو هڪ مشاعرو ٿيو هو جيڪو ڪنهن ڪاليج جو پرنسپل هو. اِهو ماهر واري علائقي ۾ ٿيو هو جنهن جي اڌ ڀاڱي جي صدارت شڪيل بدايونيءَ ڪئي جڏهن ته باقي اڌ جو صدر علي سردار جعفري هو. ان ۾ به نياز حدر هڪ نظم پڙهيو:

دُزدِ شمع بکف اب دلاور نہیں
کوئی اندیشہ اب کوہِ پیکر نہیں
راہ کوئی بجز راہِ احمد نہیں
سرسے باندھے کفن
چل پڑے مرد وزن
آج باغی ہے سارا وطن ساتھیو

ٻين سرگرمين ۾ آزاديءَ کان اڳ تحريڪن ۾ ٿيندڙ انڊين پيپلز ٿيٽر جي ناٽڪن ۾ پڻ شريڪ هوندو هئس.

ننڍي کنڊ جي ورهاڱي کانپوءِ صورتحال مڪمل طور تي تبديل ٿي وئي. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ مدن پوري جهڙا علائقا جن ۾ مسلمانن جي اڪثريت هئي ۽ ڄڻ ته ڪميونسٽ پارٽيءَ پاڪستان جي گهرجي پذيرائي ڪئي وئي تنهنڪري اُتي اڪثر جلسن ۾ مجاز جو هيءُ گيت ڳايو ويندو هو:

اِهو نظم سندس ڳتڪي "آہنگ" ۾ شائع ٿيو هو. تن ڏينهن ۾ ترقي پسند ڏرين ۾ عام خيال اِهو هو تہ پاڪستان نهڻ ڪانپوءِ ان تي ڪاٻي ڌر وارن جو اثر رسوخ هوندو پر آزاديءَ وارا ڏينهن ويجهي اچڻ تي مسلم ليگ جو فرقيوار چهرو وائکو ٿيڻ لڳو ۽ پوءِ پارٽيءَ جا ڪارڪن جيڪي مسلمان پسمنظر جا هئا سي بہ ان کان پريرو ٿيڻ لڳا. ان دوران ڪوٺايل ڪلڪتي ڪانفرنس ۾ پارٽيءَ جي پاليسي مڪمل طور تي تبديل ٿي وئي. هر ڪارڪن ۽ تنظيمي اداري تي لازم هو تہ اُهي انهيءَ لائين جي پيروي ڪن، جنهن ڪري اڳتي هلي تمام گهڻو نقصان پڻ ٿيو.

پارٽي پاليسيءَ ۾ تبديليءَ جو هڪ واضح اشارو علي سردار جعفريءَ جو نظم "فريب" آهي. انکان اڳ انجمن جي گڏجاڻين ۾ پاڪستان جي حق ۾ ڳالهايو ويندو هو پر جڏهن پارٽي پاليسي تبديل ٿي تہ چيو ويو تہ هاڻ بہ پارٽيون هونديون، هڪ هندستان ۾ ۽ ٻئي پاڪستان ۾ ۽ جيڪا آزادي ملي آهي سا اصل آزادي نہ پر دوکو ۽ دولاب آهي جيڪا هندستان جي سرمائيدارن ۽ سندن انڊين نيشنل ڪانگريس انگريزن سان ناهہ ڪري حاصل ڪئي آهي. ان جو ڀرپور اظهار علي سردار جعفريءَ پنهنجي نظم ۾ ڪيو. شايد اُن وقت پاڪستان جي پارٽيءَ بہ ساڳئي قسم جو موقف اختيار ڪيو هو جو فيض احمد فيض بہ "یہ داغ داغ اُجالا" جهڙو نظم لکيو. علي سردار جعفريءَ جي نظم "فريب" جون ڪجهہ مصرائون تہ مونکي ياد آهن:

ناگہاں شور ہوا
لو شب تار غلامی کی سحر آپہنچی
انگلیاں جاگ اٹھیں
بربط وطاؤس نے انگڑائی لی
اور مطرب کی ہتھیلی سے شعاعیں پھوٹیں

کھل گئے ساز میں نغموں کے مہکتے ہوئے پھول
لوگ چلائے کہ فریاد کے دن بیت گئے
راہزن ہار گئے
راہرو جیت گئے
قافلے دور تھے منزل سے بہت دور مگر
خود فریبی کی گھنی چھاؤں میں دم لینے لگے
چن لیا راہ کے ریزوں کو خذف ریزوں کو
اور سمجھ بیٹھے کہ بس لعل و جواہر ہیں۔ یہی
راہزن ہنسنے لگے چھپ کے کمیں گاہوں میں
ہم نشیں یہ تھا فرنگی کی فراست کا طلسم
رہبر قوم کی ناکارہ قیادت کا فریب
ہم نے آزردگیٔ شوق کو منزل جانا
اپنی ہی گرد سرِ راہ کو محمل جانا
گردشِ حلقۂ گرداب کو ساحل جانا
اب جدھر دیکھو ادھر موت ہی منڈلاتی ہے
درودیوار سے رونے کی صدا آتی ہے
خواب زخمی ہیں امنگوں کے کلیجے چھلنی
میرے دامن میں ہیں زخموں کے دہکتے ہوئے پھول
خون میں لتھڑے ہوئے پھول
میں جنہیں کوچہ و بازار سے چن لایا ہوں
قوم کے راہبر و راہزن
اپنے ایوانِ حکومت میں سجالو ان کو
اپنے گلدانِ سیاست میں لگالو ان کو
اپنی صد سالہ تمناؤں کا حاصل ہے۔ یہی

موج پایاب کا ساحل ہے یہی
تم نے فردوس کے بدلے میں جہنم لے کر
کہہ دیا ہم سے گلستان میں بہار آئی ہے
چند سکوں کے عوض چند ملوں کی خاطر
تم نے ناموس شہیدان وطن بیچ دیا
باغبان بن کے اُٹھے اور چمن بیچ دیا

نظم: "فريب"

اڳتي هلي پارٽيءَ جي انتها پسند پاليسي ختم ٿيڻ ۽ بي ٽي رندوي کي پارٽي سربراهيءَ تان هٽائڻ کانپوءِ علي سردار جعفريءَ پنهنجو اِهو نظم واپس ورتو ۽ ڪٿي بہ نہ پڙهيائين. اُن وقت اِها صورتحال هئي ۽ انهيءَ پارٽي لائين تي هلندي ٻين شاعرن پڻ اهڙي شاعري ڪئي. مجروح سلطانپوريءَ جو هڪ غزل پڻ مشهور آهي:

امن کا جھنڈا کس نے کہا اس دھرتی پہ لہرانے نہ پائے
یہ بھی نہ ہو کوئی ہٹلر کا چیلا مار دے ساتھی جانے نہ پائے

ساڳي ريت ڪامن ويلٿ کان ڊار ٿيڻ تي پڻ لکيائون. نياز حيدر تہ چين تي پڻ هڪ نظم لکيو جيڪو انڊين پيپلز ٿيٽر اسڪواڊ ۾ ڳاتو ويندو هو:

یوں چلے انقلاب کی جاگے صبح کا اندھیارا
ہمت ہے تو آؤ روکو روکو سمے کی دھارا
توپ ٹینک ایٹم بم لاؤ، لاؤ لشکر سارا
ہمت ہے تو آؤ روکو روکو سمے کی دھارا
تم کہ ہمیشہ ناطہ جوڑا مالوستا کے دشمن سے
رو رو کر تم نے مانگی ہے راج کی بھکشا لندن سے
ہم نے تلنگانے کی زمین سے بھگا دیا اندھیرا

ہمت ہے تو آؤ روکو روکو سے کی دھارا

امریکہ کے راک فیلروں کی ہر کوشش خاک ہوئی
چین کی جنتا بجلی سے بھی تیز ہوئی بے باک ہوئی
گپھا سے نکلی ماؤں کی سینا، شیروں نے للکارا
ہمت ہے تو آؤ روکو، روکو سے کی دھارا
توپ ٹینک ایٹم بم لاؤ، لاؤ لشکر سارا
ہمت ہے تو آؤ روکو، روکو سے کی دھارا

**مجروح پڑ تن ڈینھن پر شاندار غزل لکیا:**

دشمن کی دوستی ہے اب اہلِ وطن کے ساتھ
ہے اب خزاں چمن میں نئے پیرہن کے ساتھ
سر پر ہوائے ظلم چلے، سو جتن کے ساتھ
اپنی کلا وہ کج ہے اُسی بانکپن کے ساتھ
کس نے کہا کہ ٹوٹ گیا خنجر فرنگ
سینے میں زخم نو بھی ہے داغِ کہن کے ساتھ
ہوشیار سامراج کہ زنجیر ایشیا
ٹوٹے گی تیرے سلسلۂ جان وتن کے ساتھ

**منھنجو غزل:**

عہد کہنہ کے وہ غم ناک فسانے بدلے
قسمتیں کیا ہیں ہمیں نے تو زمانے بدلے
مئے حقِ تشنہ لباں، چھین لو بڑھ کے ساغر
ذہنِ ساقی بہ کبھی صبر و رضا نے بدلے

سوال: تن ڏينهن ۾ تحريڪ سان لاڳاپي دوران اوهانکي ڪهڙين شخصيتن وڌيڪ متاثر ڪيو؟

جواب: مون کي تن شاعرن وڌيڪ متاثر ڪيو، جن سان منهنجو لاڳاپو پڻ رهيو. تن ۾ علي سردار جعفري، ڪيفي اعظمي ۽ نياز حيدر شامل آهن. علي سردار جعفريءَ سان منهنجي ملاقات ڪتب پبلشرز ۾ ٿي هئي. هو مونکي ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو. جڏهن ته ڪيفي اعظميءَ کان تنظيمي حوالي، عملي ڪارڪن اڳواڻ ۽ شاعر جي حيثيت ۾ متاثر هئس. عام ماڻهن جي نياز حيدر تائين گهٽي پهچ هئي. تن ڏينهن جي هڪ ڪامريڊ افسر رضا وهان ڪانپوءِ پنهنجي بارن جا نالا نياز حيدر کان رکرايا ڇاڪاڻ جو هو ڪائنس متاثر هو. علي سردار جعفريءَ سان منهنجو پهريون واسطو انجمن ترقي پسند مصنفين جي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ منهنجي ڪهاڻي پڙهڻ سان ٿيو جنهن کي هُن ساراهيو ۽ ڪتب پبلشر نالي اداري ۾ مونکي گهرائي ڪي صلاحون ڏنائين ۽ پڙهڻ لاءِ منشي پريم چند جو ڪتاب "زادراه"، خواجا احمد عباس جو "زعفران کے پھول" ۽ ملڪ راج آنند جو "قلي" ڏنائين ۽ انجمن جي گڏجاڻين ۾ شرڪت سان گڏوگڏ شاهد فري پورهيت لائبرريءَ جو چڪر هڻڻ جو ڏس ڏنائين. سندس هڪ خاص دانشوراڻي سطح هئي. هو هر پورهيت جلسي ۽ مشاعري ۾ ايندو هو پر صبح شام ٿيندر عام گڏجاڻين ۾ ورلي ئي ايندو هو. هو سينڊ هرسٽ روڊ تي پارٽي آفيس ۾ هوندو هو ۽ انجي پرسان ئي ريڊ فليگ هال هو جنهن ۾ ڏهن ڏهن فٽن جا ڪاٺيءَ جا نهيل ڏار ڏار ڪمرا هئا، جن ۾ علي سردار جعفري ۽ ڪيفي اعظميءَ سميت پارٽي سان لاڳاپيل شاعر، اڳواڻ ۽ ڪارڪن رهندا هئا.

نياز حيدر اسان جي صبح ۽ شام جي شاعرن جو ساٿي هو. ساڻس اسان سمورن جو ذهني لاڳاپو هو. ڪيڏانهن وڃڻو هوندو هو يا

ڪي مالي مسئلا هوندا هئا تہ اسين ساڻس ئي سليندا هئاسين. جيئن تہ اسانجون سموريون غريب تنظيمون هيون ۽ وٽن تمام ٿوراڙا ڏوڪڙ هوندا هئا جن مان پارٽي ڪارڪنن جي گهرجن جو پڻ پورائو ڪرڻو هوندو هو. نياز حيدر سدائين اسانجي واهر پيو ڪندو هو. ان ڪانسواءِ فلمي صنعت سان لاڳاپيل همراهہ پڻ مالي واهر ڪندا هئا جن ۾ ڪرشن چندر سڀ کان اڳڀرو هوندو هو. انڪانسواءِ اداڪار مراد، اداڪار نگار حيدرآبادي ۽ سندس ڀاءُ راشد حيدرآبادي پڻ اسانجي مدد ڪندا هئا. ڪراچيءَ جي ايڪسپريس اخبار ۾ منهنجو هڪ مضمون پڻ شائع ٿيو هو "بے نياز نياز حيدر". نياز حيدر پنهنجي ذاتي گهرجن جي پورائي لاءِ فلمي گانا لکندو هو جيڪي ڪنهن ٻئي نالي سان هلايا ويندا هئا. انهيءَ عيوض ڪيس چڱي موچاري آمدني ٿيندي هُئي جن سان پنهنجون گهرجون پوريون ڪندو هو. رڳو نياز حيدر ئي نہ پر تن ڏينهن ۾ بمبئي ۾ رهندڙ سمورن شاعرن جي اِهائي ڪرت هوندي هئي. اِهي سمورا شاعر ۽ اديب ريڊ فليگ هال جي ڍهن ڍهن فٽن جي ڪمرن ۾ رهندا هئا ۽ وٽن مستقل آمدنيءَ جو ڪو ذريعو نہ هو. منجهائن جيڪي فلمي صنعت سان لاڳاپيل نہ هئا سي بنان ڏوڪڙن واري شاعري ڪندا هئا. ساحر لڌيانويءَ جو هڪ مشهور گيت آهي جنهن ۾ سندس رومانوي تصور نظر اچي ٿو:

میں نے جو گیت ترے پیار کی خاطر لکھے
آج ان گیتوں کو بازار میں لے آیا ہوں
تو نے جن گیتوں پر رکھی تھی محبت کی اساس
آج دکان پہ نیلام اُٹھے گا ان کا
آج چاندنی کے ترازو میں تلے گی ہر چیز
میرے افکار مری شاعری میرا احساس

جو تری ذات سے منسوب تھے ان گیتوں کو
مفلسی جنس بنانے پہ اتر آئی ہے
بھوک ترے رخ رنگین کے فسانوں کے عوض
چند اشیائے ضرورت کی تمنائی ہے
دیکھ اس عرصہ گہہ محنت سرمایہ میں
میرے نغمے بھی مرے پاس نہیں رہ سکتے
تیرے جلوے کسی زردار کی میراث سہی
تیرے خاکے بھی مرے پاس رہ نہیں سکتے
آج ان گیتوں کو بازار میں لے آیا ہوں
میں نے جو گیت ترے پیار کی خاطر لکھے

منجهائڻ هر ڪنهن جي ذهن ۾ اِهو تصور هو تہ اسين جيڪا شاعري پيا ڪريون سا بازار ۾ نہ وڪڻنداسين. پر پڇاڙيءَ ۾ انهن سمورن شاعرن فلمي صنعت ۾ وڏي ناماچاري ماڻي، جيڪو عمل منهنجي خيال ۾ نيڪ هو ڇاڪاڻ جو پئسن ڏوڪڙن جي بهرحال اهميت تہ آهي. شاعري مارڪيٽ ۾ آڻي ان مان لاڀ وٺڻ بہ ضروري آهي، جيڪڏهن اوهانوٽ ڪو ٻيو معاشي ذريعو ناهي. ڇا فيض ۽ غالب سميت انيڪ شاعرن پنهنجون گهرجون پوريون ڪرڻ لاءِ قصداً نہ لکيا هئا.

ساڳي ريت ڪيترائي ترقي پسند نظم لکيا ويا. هنن سمورن پنهجي شاعريءَ کي ڪيش ڪرايو تڏهن ئي سندن ضرورتون پوريون ٿي سگهيون. مجروح سلطانپوريءَ پڻ بمبئي اچڻ کانپوءِ فلمن لاءِ گانا لکيا. شيلندر بہ گانا لکندو هو ۽ ورڪشاپ ۾ ڪم ڪندو هو. هو ريلوي ۾ پورهيت هو. راجڪپور کيس هڪ مشاعري ۾ ٻڌو ۽ فلمي گانا لکڻ جي نيندڙ ڏنائينس جيڪا پهرين تہ اِهو چئي ٺڪرائي ڇڏيائين تہ هو فقط پارٽيءَ لاءِ شاعري ٿو ڪري پر دوستن يارن جي زور ڀرڻ تي "برسات" فلم لاءِ گانا لکيائين جيڪي مشهور ٿيا ۽ ڏوڪڙ ڪمايائين. ان کانپوءِ جڏهن اندين

پيپلز ٿيٽر جي ڪجهه دوستن چيس ته هو فحاشي پکيڙي رهيو آهي جڏهن ته هو ته چوندو رهيو هو ته فلمن لاءِ گانا نه لکندو ان تي شيلندر فحاشي پکيڙڻ کان نابري وارينديءَ فلم "برسات" جو گانو ڳائي ٻڌايو:

پتلی کمر ہے ترچھی نظر ہے
کھلے پھول سی تیری جوانی
کوئی بتائے کہاں کسر ہے

شيلندر سڄو گانو ٻڌائي پڇيو ته ان ۾ ڪهڙي فحاشي لکي اٿس، ۽ جيڪڏهن ايترو به نه لکندو ته فلم ۾ گانا ڪيئن هلندا. انهيءَ فلم ڪانپوءِ به شيلندر ڪيترين ئي فلمن لاءِ گانا لکيا. سمورن وڏن ترقي پسند شاعرن گانا لکيا ۽ چڱو ڪيائون ڇاڪاڻ جو وٽن معاش جو ڪو ٻيو ذريعو هو ئي ڪونه. اڳ ته مجروح سلطانپوريءَ لکيو هو:

دست منعم میری محنت کا خریدار سہی
کوئی دن اور میں رسوا سرِ بازار سہی

پر جڏهن اِهي ڏينهن ڏگها ٿي ويا ته پوءِ وچ بازار ۾ رسوا ٿيڻو پيو. جيڪا وٿ اسين پئدا ٿا ڪريون تنهن کي مارڪيٽ ۾ آڻڻ به انتهائي ضروري آهي. ساڳي صورتحال شاعريءَ کانسواءِ ٻين ڪيترن ۾ پڻ هئي. ڪرشن چندر "سرائے کے باہر" ۽ "دھرتی کے لال" جهڙين لاجواب فلمن مان ته مالي لاڀ پرائي نه پئي سگهيو پر اڳتي هلي ڪمرشل فلمن جون ڪهاڻيون لکي پنهنجا معاشي مسئلا حل ڪيائين.

ڪرشن چندر جي انجمن جي گڏجاڻين ۾ ڪهاڻيون پڙهڻ دوران آئون موجود هئس. جڏهن خواجا احمد عباس سان گڏجي فلم "دهرتی کے لال" ٺاهيائين تڏهن به آئون موجود هئس. بنگال جي ڏڪر واري پسمنظر تي اِها فلم انڊين پيپلز ٿيٽر طرفان پيش ڪئي وئي هئي. انجمن جي حوالي سان مون لاءِ ڪرشن چندر ۽ خواجا احمد عباس سدائين

انتهائي احترام جوڳا نالا رهيا آهن. خواجا احمد عباس فلم انڊسٽري ٿيٽر، صحافت ۽ ادب ۾ اردو ٻوليءَ جو هڪ ترقي پسند ۽ وڏو نالو آهي. هو هر ڪيتر ۾ ترقي پسندن جو ٻيو جهلو رهيو جيتوڻيڪ ڪيس نظرانداز ڪيو ويو شايد انڪري جو هو ترقي پسند هئڻ سان گڏوگڏ سچو ۽ پڪو قومپرست ۽ روس نواز هو. ڪرشن چندر جون ٻيون ٻه ڪيتريون ئي فلمون هيون. هن هڪ فلم ٺاهي هئي "سرائے کے باہر" جنهن ۾ تمام گهڻو گهاٽو ٿيو هو. پوءِ هن فلمن جون ڪهاڻيون لکيون جيڪي تمام گهڻيون مقبول ٿيون. فلمن ۾ اچڻ ڪانپوءِ به هو انجمن ترقي پسند مصنفين سان سلهاڙيل رهيو. ساڳي ريت مجروح به تمام شاندار فلمي غزل لکيا جيڪي هو پارٽي جلسن ۾ پڻ پڙهندو هو. مجروح جو هڪ انتهائي مشهور غزل آهي:

جب ہوا عرفان تو غم آرامِ جاں بنتا گیا
سوزِ جاناں دل میں سوزِ دیگراں بنتا گیا
رفتہ رفتہ منقلب ہوتی گئی رسمِ چمن
دھیرے دھیرے نغمۂ دل میں فغاں بنتا گیا
میں تو جب مانوں کہ بھر دے ساغرِ ہر خاص و عام
یوں تو جو آیا وہی پیرِ مغاں بنتا گیا
میں اکیلا ہی چلا تھا جانبِ منزل مگر
جس طرف بھی چل پڑے ہم آبلہ پایانِ شوق
خار سے گل اور گل سے گلستاں بنتا گیا
شرحِ غم تو مختصر ہوتی گئی اس کے حضور
لفظ جو منہ سے نہ نکلا داستاں بنتا گیا
دہر میں مجروحؔ کوئی جاوداں مضموں کہاں
میں جسے چھوتا گیا وہ جاوداں بنتا گیا

ڪيفي اعظميءَ سان منهنجو تمام گهڻو ساٿ رهيو. جنهن علائقي ۾ نيپو پليو هئس، جتي منهنجي تربيت ٿي ۽ نظرياتي وابستگي جڙي، تنهن ۾ پورهيتن ۽ ڪامريڊن جي سرواڻي ڪيفي اعظمي ڪندو هو. هو ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ريجنل ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري هو. جلسا ڪرائڻ ۽ انهن جو انتظام، مشاعرا وغيره سڀ سندس ذمي هئا. تن ڏينهن ۾ مون پنهنجي علائقي ۾ پيپلز پروگريسو سوسائٽي جي نالي سان هڪ تنظيم جوڙي هئي، انجي جلسي جي صدارت پڻ ڪيفي اعظميءَ ڪئي هئي. سعيد رضا سعيد پڻ ان ۾ تقريرون ڪندڙن ۾ شامل هو. بمبئيءَ ۾ اليڪٽرڪ ٽراموي جي تمام وڏي يونين هئي انجي به هڪ جلسي جي صدارت ڪيفي اعظميءَ ڪئي هئي. ان کان سواءِ به ڪيترن ئي هنڌن ماڳن تي ڪيفي اعظمي اسانجي ادبي تربيت ۾ گڏ رهيو. سندس روپوش هئڻ سبب هو مدن پورانا گپاڙو واري پارٽي آفيس ۾ ئي ڪيس مليل ڪمري ۾ رهندو هو. ان دوران ساڻس ڳالهه ٻولهه به ٿيندي رهي. 1948 واري يميڙي ڪانفرنس کان به اڳ حيدرآباد دکن جي پنهنجي پهرين ڦيري بابت ٻڌايو هئائين ته جڏهن ڪامريڊن سان گڏ حيدرآباد پهت ته سوچيم ته اُتان جي ڪجهه ادبي شخصيتن سان به ملي وٺان جن ۾ ياس يگانا چنگيزي پڻ شامل هو. يگانا ملڻ تي پڇيو ته هو ڇا جي ڪاڻ آيا آهن، ڪيفيءَ جواب ڏنس ته آئون اوهان کان متاثر آهيان سو ملڻ آيو آهيان، انتي يگانا چيو ته پوءِ منهنجو ڪو شعر ٻڌاءِ. ڪيفيءَ ڪيس جيڪو فارسي شعر ٻڌايو سو مونکي اڄ به ياد آهي:

صدر رفیق صد ہمدم پر شکستہ و دل تنگ
داورانہ می زیب بال و پر من تنہا

(ترجمو: سوين دوست آهن ۽ سوين سنگي ساٿي پر انهن جا کنب ٽٽل آهن، جهور ٿيل آهن ۽ من اُپاٽڪو. ننڍڙي زندگي آهي سندن پر هو سون جي ڳاٽيٽي ۾ آهن، او خدا! مونکي ڇڱو نه لڳندو جو مون اڪيلي کي کنيڙاٽيون ڏيئين)

ڪيفيءَ شعر ٻڌايو ته يگانا ڪيس پاڪرن ۾ پيري ڇڏيو.

ٻي ويهڪ مولانا مودوديءَ سان شايد لاهور ۾ ٿي. ڪيفي ٻڌايو ته منهنجي پهچڻ کان اڳيئي ڪيس منهنجي پرڪارن جو پتو هو. ڳالهه ٻولهه شروع ٿي ته پڇيومانس ته هاڻوڪين حالتن (اوستائين هندستان جو ورهاڱو ٿي چڪو هو) ڪي ڪيئن ٿا ڏسو؟ هتان جي عوام ۽ غربت جي مسئلن کي ڪيئن ٿا پروڙيو؟ ۽ اڳتي جي صورتحال ڪيئن ٿا پانيو؟ پهريون جملو مولانا مودوديءَ اِهو چيو ته سمورن موضوعن تي تفصيل سان ڳالهائيندس پر ان کان اڳ اِهو ڄاڻڻ ٿو چاهيان ته اوهين دنيا کي، سموري ڪائنات کي ۽ معاشري کي ڪهڙي نقطي نظر سان ٿا ڏسو؟ ڇا سمجهو ٿا ته اِهو سڀڪجهه ڪنهن ماورائي طاقت جو سرجيل آهي؟ ٻين لفظن ۾ ڇا ڪنهن مابعد الطبعيات تي ويساهه رکو ٿا يا ڪائنات، معاسري ۽ انسان کي ڪنهن ارتقا جو نتيجو ٿا ليکيو؟ انتي ڪيفيءَ چيس ته هو ان بابت نه پر هتي موجود غربت ختم ڪرڻ جي طور طريقن ۽ انگريزن جي وڃڻ کانپوءِ ملڪي صنعتي ترقيءَ جي رٿابنديءَ بابت ڄاڻڻ آيا آهن. مولانا مودودي انتي ٺي ڳنڍ ڏئي ٻيهي رهيو ته پهرين اِهو ڄاڻڻ چاهيندو ته هو ڪهڙي نظرئي جا پيروڪار آهن. انکانپوءِ ڪامريڊن مولانا مودوديءَ سان وڌيڪ ڪا ڳالهه ٻولهه ڪرڻ کان نابري واري. اِهو واقعو 1947 جي پڇاڙڪن مهينن جو آهي جڏهن ڪيفي ۽ ٻيا شاعر ڪراچي ۽ لاهور ۾ مشاعري لاءِ آيل هئا.

(منهنجي ٻڌايل واقعن جي شاهدي تن ڏينهن جا اُهي ماڻهو ڏئي سگهن ٿا جيڪي اڄان تائين جيئرا آهن جن ۾ عاليا امام جو پاءُ محمد مهدي ۽ ڪيفي اعظميءَ جي زال شوڪت پڻ شامل آهن.)

ڪيفي اعظمي ريڊ فليگ هال ۾ انتهائي ڪسمپرسيءَ ۾ رهندو هو. ڪيس خواجا احمد عباس فلمي گانن ڏانهن لاڙيو. هُن پارٽي آفيس ۾ ئي لکڻ شروع ڪيو هو. تن ڏينهن ۾ هُن "گرم ہوا" جي سري سان هڪ

نظم پڻ لکيو هو. هنيءَ اُهو وقت هو جڏهن گرمي انتهائي گهڻي هئي ۽ ٽاڪ فٽ پاٿ تي هو:

آج کی رات، بہت گرم ہوا چلتی ہے
آج کی رات نہ فٹ پاتھ پہ نیند آئے گی
سب اُٹھو، میں بھی اُٹھوں، تم بھی اُٹھو، تم بھی اُٹھو،
کوئی کھڑکی اسی دیوار میں کھل جائے گی

گرم ہوا جي سري هيٺ هُن هڪ فلم پڻ ناهي هئي جيڪا ورهاڱي جي موضوع تي هئي. آئون ڪيفي اعظميءَ سان تمام گهڻو ويجهو هئس. هو جهڙو اندر ۾ اهڙو ئي ٻاهر هو. ڪتب پبلشر هڪ سلسلو شروع ڪيو هو "نئے ادب کی معمار" جي نالي سان، جنهن تحت ننڍڙا ننڍڙا ڪتابڙا شائع ٿيندا هئا جن ۾ هڪ ليکڪ ٻئي بابت لکندو هو. منٽو تي ڪرشن چندر لکيو جڏهن ته ساحر لڌيانويءَ تي ڪيفي اعظميءَ لکيو. ڪيفي نرگيست جو شڪار نه هو جڏهن ته ساحر ان ۾ ڦاٿل هو. سندس شاعريءَ جي خدوخال تي ڪيفي اعظميءَ لکيو ته ساحر لڌيانوي ڏڪهي عرصي تائين ڪائنس ڪاوڙيل رهيو.

سوال: ڪرشن چندر بابت ڪجهه ٻڌايو؟

جواب: ڪرشن چندر کان تمام گهڻو متاثر آهيان. مون سندس لڳ ڀڳ سموريون ڪهاڻيون پڙهيون آهن. سڀ کان پهرين فسادن بابت سندس لکيل "ہم وحشی ہیں" کان متاثر ٿيس. سندس فلم "دھرتی کے لعل" ۾ موهيندڙ هئي، سندس عام پارٽي ڪارڪنن سان همدردي پڻ متاثر ڪندڙ هئي. ڪيس جنهن ۾ گڏجاڻيءَ ۾ گهرايو ويندو هو ضرور ايندو هو. هُن جڏهن "مہا لکشمی کا پل" ڪهاڻي پڙهي هئي ته انجمن ترقي پسند مصنفين جي انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ آئون به موجود هئس. انهن گڏجاڻين ۾ محمد مهدي، ڪيفي، مجروح، ممتاز

حسين، مغني، مسعود صديقي، سعيد رضا سعيد سميت هر ڪو شرڪت ڪندو هو.

پل ڪيترائي ڪارڪن ڪرشن چند روٽ وچن هو اُرهو نہ ٿيندو هو ۽ سندس مسئلا حل ڪرڻ واسطي سدائين اڳيرو هوندو هو. تن ڏينهن ۾ هو فلمي صنعت سان لاڳاپجي چڪو هو. پارٽي ڪامريڊ جڏهن بہ ڪرشن چندر کي ڪنهن گڏجاڻي يا مشاعري جي صدارت لاءِ نينڊ ڏيندا هئا هو اچي حاضر ٿيندو هو. ڪائنس سواءِ عصمت 'چغتائي پڻ نينڊ ڏيڻ تي اسانجي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيندي هئي ۽ پارٽي ڪارڪنن جي هر لحاظ کان واهر ڪندي هئي. هو ٻئي پارٽيءَ سان مخلص هئا. "ڏاڪو" جو خاڪو جيڪو تلنگانا جي پسمنظر ۾ هو، هڪ گڏجاڻيءَ جي صدارت ڪندي پڙهيائين، تڏهن آئون بہ ان ۾ موجود هئس.

انڪانسواءِ ڪيترائي اهڙا شاعر جيڪي نرگسيت جو شاڪر هئا، جن ۾ رفعت سروش، ظ۔انصاري ۽ ٻيا شامل هئا، هڪٻئي تي تنقيد ڪندا هئا. مونکي "آخر شب کے ہمسفر" ۾ قرةالعين حيدر جي تخليق ڪيل ڪردارن ۾ سندن اولڙو نظر تو اچي. ڊگهو عرصو گذرڻ ڪانپوءِ جڏهن ماضي تي نظر ٿو ڊوڙايان تہ انهن ڪردارن کي سمجهڻ ۾ ڪا ڏکيائي نٿي ٿئي.

—

۴

# 1947 کان 1952

# ٻہ ملڪ ٻہ تجربا

جڏهن هندستاني حڪومت حيدرآباد رياست تي قبضو ڪيو تہ بين الاقوامي طور تي پارٽيءَ کي سمجهايو ويو تہ تلنگانا تحريڪ جي جدوجهد حيدرآباد تي هندستاني والار ڪانپوءِ اڳتي وڌي نہ سگهندي ۽ جيئن تہ جمهوري آئين لاڳو ٿيو ٿئي انڪري اوهين بہ ان تحت جمهوريت جي راهہ جا پانڌيڙا بڻجو. ان دوران، ٻين ملڪن جي پارٽين جا عيوضي خاص طور تي رجني پام دت ۽ برطانوي پارٽيءَ جو هيري پالٽ هر هر پارٽي گڏجاڻين ۾ اچي سمجهائيندا رهيا تہ جمهوري جدوجهد ڏانهن وک کڻڻ گهرجي. 1949 ڪانپوءِ پارٽيءَ پنهنجي لائينتان هٽڻ شروع ڪيو ۽ ان دوران ڪيترن ئي وڏن ماڻهن جون حياتيون بچي پيون. ڊانگي تي ناسڪ جيل ۾ فائرنگ ڪئي وئي جنهن ۾ ٻہ ڪامريڊ جيئنتي ۽ مودي مارجي ويا. جنهن جيل ۾ علي سردار جعفري قيد هو تنهن ۾ پڻ قيدين ۽ جيل انتظاميا وچ ۾ ٽڪراءُ ٿيو ۽ هو فائرنگ ۾ ذري گهٽ بچي سگهيو. 1949 ڪانپوءِ پارٽيءَ ۾ وڏي پيماني تي بحث مباحثو شروع ٿيو تہ ڇا ڪيو وڃي، پوءِ هيري پالٽ ۽ رجني پام دت سميت انيڪ ماڻهن جا خط پڻ آيا. انهيءَ دوران چيني پارٽيءَ جو هڪ خط پڻ ورهايو ويو جنهن ۾ ڄاڻايل هو تہ پنڊت نهرو ۽ ڪانگريس جو ڪردار پڻ چين جي سين يات سين ۽ چيانگ ڪائي شيڪ جو آهي انڪري ڪميونسٽن کي سندن خلاف

جدوجهد ڪرڻ گهرجي ۽ چين جي واٽ تي هلڻ گهرجي. 26 جنوري 1950 تي جڏهن جمهوري آئين لاڳو ڪيو ويو ته ان دوران پڻ ڪميونسٽ پارٽيءَ وڏو هنگامو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻه وڏا ميدان هئا ڪامگار ميدان ۽ لال باغ. هنن آئين کي نه مڃڻ جي بنياد تي لال باغ ۾ سيني کي گڏ ڪيو. بمبئي حڪومت انتهائي بيرحميءَ سان اِهو احتجاج چيڀياتيو. مغني جو ڀاءُ عباسي جيڪو صحافي هو پڻ فائرنگ جو شڪار ٿيو. حد ته اِها هئي جو عوام ساڻ نه هو پر ان هوندي به ڪارڪن وڙهندا ۽ مرندا رهيا. سو تن ڏينهن ۾ انتهاپسنديءَ جو اِهو حال هو.

انهن ڏينهن ۾ بلراج ساهني، ظ-انصاريءَ سميت انڊين پيپلز ٿيٽر، انجمن ترقي پسند مصنفين ۽ پورهيت يونين جا ڪيترائي ڪارڪن گرفتار ٿيا. وڏي نقصان پرائڻ کان پوءِ بي ٽي رندوي کي هٽايو ويو ۽ ڪجهه عرصي لاءِ پي سي جوشيءَ کي بحال ڪيو ويو. وڏي بحث مباحثي کانپوءِ سامهون آيل ٽن چئن نالن مان اجي ڪمار گهوش تي يڪرائپ تي ۽ ڪيس ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا جو سيڪريٽري جنرل بڻايو ويو. اِهو سمورو عرصو آئون بمبئي ۾ ئي هئس.

سوال: 1947 کان 1951 تائين جون ڪي وڏيڪ ساروڻيون؟

جواب: اِهو سمورو عرصو پارٽيءَ سان لاڳاپيل رهيس ۽ ادبي سرگرميون پڻ جاري رکيم. انهيءَ دوران اهم ڳالهه اِها ٿي ته ڀيمڙي ڪانفرنس ڪانوڻي 1951 تائين مجموعي طور تي پورهيتن جو مسلمان علائقو ڪيفي اعظميءَ جي ڪنٽرول ۾ هو جنهن ۾ ناگپارو مستان تلاءُ ۽ مدن پورو شامل هئا. ڪيفيءَ کي 1950 کانپوءِ ان علائقي جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ريجنل سيڪريٽري بڻايو ويو هو.

سوال: بمبئي ۾ ڪرشن چندر، علي سردار جعفري، خواجا احمد عباس، عضمت چغتائي وغيره جي گڏجي ويهڻ دوران انجو چرچو ٿيندو هو ته سجاد ظهير چو هندستان کان ويو؟

جواب: 1948 ۾ جڏهن مون پارٽي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيڻ شروع ڪيو تنهن کان اڳ سجاد ظهير جي گهر تي گڏجاڻيون ٿينديون هيون. تن جو پتو نہ اٿم پر سندس بابت جيڪي ڪجھ ٻڌم سو اهو تہ سجاد ظهير جي وڃڻ کانپوءِ ديودر هال ۾، جتي انڊيل پيپلز ٿيٽر ۽ انجمن جون سرگرميون ٿينديون هيون. گڏجاڻيون ٿيڻ لڳيون جن ۾ ملڪ راج آنند، خواجا احمد عباس، عليسردار جعفري، محمد مهدي، ڪرشن چندر ۽ شاعرن مان مجروح سلطانپوري ۽ ٻيا جيڪي بمبئي ۾ هئا، شريڪ ٿيندا هئا. ظاهر آهي تہ ہہ ملڪ تسليم ڪيا ويا، ہہ پارٽيون جُڙي ويون ۽ ڪيس پاڪستاني پارٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل بڻايو ويو. اِهو پر تشدد دور هو جنهن ۾ لڪڻ پڙهڻ وارن تي سدائين پوليس ۽ مرار جي ڊيسائي حڪومت جو ڪٽڪو هوندو هو. ڪيفي اعظمي تن ڏينهن ۾ گهڻو تڻو روپوش رهندو هو. هو ريڊ فليگ هال ۾ رهندو هو جتان پنهنجون سرگرميون ڪندو رهندو هو. پيمڙي ڪانفرنس جو انتظام ڪيائين ۽ مدن پوري ۾ ”نيو رائٽرز ايسوسيئيشن“ جي نالي سان نون ليکڪن جي هڪ تنظيم قائم ڪيائين. پورهيت طبقي ۽ مڊل ڪلاس جا پڑهيل ڳڙهيل فرد هفتيوار ويهڪ ۾ ايندا ۽ پڑهندا هئا جنهن کانپوءِ مهيني ۾ هڪيرو ڪنهن کي خاص نينڊ ڏئي گهرايو ويندو هو. ياد اٿم تہ فراق گورکپوريءَ سميت ڪيترن ئي دانشورن کي انهن گڏجاڻين ۾ خاص طور تي گهراوي ويو هو. انڪانسواءِ مشاعرا پڻ ڪرايا ويندا هئا. جهڙوڪ اقبال ڈي تي سندس نالي تي مشاعرو ڪوٺايو ويندو هو. پارٽيءَ جي عام سرگرمين ڪانسواءِ مصر لاءِ مظاهرو هجي، اسڪندريا جي بندرگاهہ تان انگريز موجن کي تڙڻ جو مامرو هجي يا ڪو ٻيو مسئلو ڪيفي اعظمي سمورين سرگرمين ۾ اڳيرو ئي هوندو هو. ڪيفي اهڙي شخصيت هو جيڪو ادبي ۽ سياسي ٻنهي ٿسمن

جي سرگرمين ۾ سدائين اڳيرو رهيو. ڪو اهڙو هفتو ورلي ئي گذرندو هو جنهن ۾ پارٽي ڪارڪن اخبارون وڪڻڻ لاءِ نہ نرڪرندا هئا. ڪيفي اعظمي انهن سمورن سان گڏ هوندو هو.

سوال: تن ڏينهن ۾ ڪهڙي اخبار نڪرندي هئي؟

جواب: سڀ کان پهرين "نيا زمانہ" نڪتي، جنهن تي پابندي مڙهي وئي. پوءِ "سات دن" جي نالي سان هڪ اخبار نڪتي. ڊڪلريشن رکندڙن مختلف اخبارون پارٽي حاصل ڪري پنهنجي طرفان ڪڍندي هئي. ناگپاڙي واري علائقي مان "آفتاب" نالي هڪ اخبار نڪرندي هئي جنهن سان ضمير نيازي پڻ لاڳاپيل هو. ضمير نيازي پڻ 1948 ۾ پارٽي سرگرمين ۾ شامل هو. سعيد رضا سعيد پڻ "بمبئي ويڪلي" جي نالي سان پارٽيءَ جون بہ حمائتي اخبارون ڪڍندو هو. اِهي بئي سندس پنهنجون اخبارون هيون جن ۾ پارٽيءَ جون خبرون تہ هونديون هيون پر اِهي پارٽيءَ جون اخبارون نہ هيون. پاڪستان اچڻ کانپوءِ ضمير نيازي سعيد رضا سعيد جي انگريزي اخبار "ڪمينٽ" ۾ ڪم ڪندو رهيو.

1950 جي شروعاتي مهيني ۾ عالمي امن ڪائونسل جو دهليءَ ۾ اجلاس ٿيو جنهن جو مقصد ائٽم بمن ۽ ائٽمي لڙاين جو خاتمو هو. انجي صدارت سيف الدين ڪچلو ۽ ارونا آصف علي ٿئي ڪئي. دهلي يونيورسٽيءَ جي هال ۾ ٿيل انهيءَ ڪاج ۾ انڊين پيپلز ٿيٽر ڀرپور حصو ورتو جنهن ۾ بلونت گارگي پڻ شامل هو. ان طرفان فوج ۾ انگريز پرتيءَ خلاف هڪ ناٽڪ پيش ڪيو ويو جنهن ۾ مون بہ حصو ورتو. دهليءَ ۾ منهنجي ياءُ امين محمود جي دوست پرڪاس پنڊت جيڪو دهليءَ جي اڙدو بازار ۾ بادشاهي مسجد آڏو "شاهراه" نالي هڪ اڙدو رسالي جو ايڊيٽر هو پنهنجي هڪ واقف هنس راج رهبر جي گهر تي ترسايو. ايندڙ ڏينهن يونيورسٽيءَ واري اجلاس ۾ سردار جعفريءَ ان ملاقات ٿي، جنهن

جي پڇڻ تي هنس راج رهبر جو پٽ ڏنو مانس جنهن تي چيائين تہ اهو تہ تمام گهڻو پري آهي سو نئين دهليءَ ۾ ئي بلونت گارگيءَ جي گهر پاڻ سان گڏ ترسايائين. ان دوران خاص ڳالهہ اِها هئي تہ بمبئي کان اتر ڏانهن منهنجو اِهو پهريون سفر هو جنهن ۾ تڏي علائقي سان منهنجو پهريون پيرو واسطو پيو. بلونت گارگيءَ جو ٻن ڪمرن وارو گهر هو ۽ ڪمرن کان ٻاهر هڪ ورانڊو هئس. هڪ ڪمري ۾ علي سردار جعفري ۽ ٻئي ۾ بلونت ۽ ٻيا صحافي ترسيل هئا. ورانڊي ۾ منهنجو بسترو لڳائي اوڍڻ لاءِ هڪ چادر ڏني وئي. انهيءَ چادر ۾ سڄي رات ڪبنڊو رهيس ۽ نہ ڄاڻ ڪيڏي مهل اک لڳي وئي. صبح سوير اک کلي تہ ڏٺم تہ مونکي سوڙ اوڍايل هئي جڏهن تہ اندر علي سردار جعفري منهنجي چادر ويڙهي ستو پيو هو. 1950 وارو اِهو واقعو اڄان تائين وساري نہ سگهيو آهيان. علي سردار مونکي ادبي معاملن جي پڻ ڄاڻ ڏيندو رهندو هو. انجمن جي گڏجاڻين ۾ جڏهن سخت گير لائين هلي رهي هئي تہ علي سردار ئي ان تي سڀ کان وڌيڪ عمل ڪندو هو جنهن جو هن اڳتي هلي پاڻ بہ ذڪر ڪيو آهي تہ ڪهڙي ريت ممتاز حسين جي ڪهاڻي پڙهڻ تي هُن مٿس سخت چوهہ چنبڙيا. انڪانسواءِ خواجا احمد عباس جنهن کي آئون انتهائي وڏي ترقي پسند شخصيت ٿو ليکيان، جي ڪهاڻي تي بہ ڇتي تنقيد ڪئي وئي. جڏهن علي سردار جعفري گرفتار ٿيو تہ سندن لاءِ خواجا احمد عباس جي تقرير انتهائي اهم هئي جيڪا احتجاجي گڏجاڻيءَ ۾ پڙهي وئي.

سوال: ڪرشن چندر ڏانهن سندس ورتاءُ ڪيئن هو؟

جواب: ڪرشن چندر نفيس ماڻهو هو. هُن ڪڏهن بہ مزاحمت نہ ڪئي. پارٽيءَ جيڪي ڪجهہ چيو تنهن تي هائوڪار ڪيائين. تلنگانا، امريڪي ڪوڙهہ واري مضمون يا جنهن بہ موضوع تي ڪيس چيو

ويو لکي ڏنائين. انکانسواءِ انجمن ترقي پسند مصنفين جي پيمڙي
ڪانفرنس ۾ نہ رڳو سندس انتهائي مثبت رويو هو پر سمورن
ڪارڪنن کي اوستائين پهچائڻ ۾ مالي واهر ڪرڻ ۾ بہ سندس
اهم ڪردار هو. هيءُ اُهو دور هو جڏهن فلمي صنعت سان اڻ
لاڳاپيل ڪامريڊ انتهائي ڏکين حالتن ۾ هئا. عصمت چغتائي ۽
ڪرشن چندر بہ فلمي صنعت سان لاڳاپيل هئا جن مالي ۽
فڪري حوالي سان اسان جي واهر ڪئي. ڪرشن چندر جي
نفاست جو اِهو حال هو جو منٽو بابت علي سردار جعفريءَ جي رويي
هوندي بہ ڪتب پبلشر جي سلسلي ”نئے ادب کے معمار“ جي نالي سان
ڪرشن چندر سعادت حسن منٽو تي تعريفي مضمون لکيو.

سوال: ڪرشن چندر ۽ عصمت چغتائيءَ ڏانهن علي سردار جعفري ۽
ڪيفي اعظميءَ جو رويو ڪيئن هو؟

جواب: پنهي سان سندن رويو چڱو هو. پارٽيءَ جي چونڊ مهم جو هڪ
جلسو عصمت چغتائي جي صدارت ۾ چوڪي پاڙي ۾ ٿيو جنهن ۾
آئون بہ شريڪ هئس. اِهو جلسو ڊانگي جي قومي اسيمبلي ۽
محمد صديق بخشيءَ جي صوبائي اسيمبليءَ جي اميدواريءَ جي
سلسلي ۾ هو. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي انهيءَ جلسي ۾ عصمت
تلنگانا جي پسمنظر ۾ لکيل هڪ خاڪو ”ڏاڪو“ پڙهيو هو. ان
وقت تائين پارٽي تلنگانا واري تحريڪ کان پوئتي نہ هٽي هئي.
1953 وارين عام چونڊن ۾ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا ٻئي نمبر
تي سڀ کان وڏي پارٽيءَ طور آڏو آئي هئي ۽ انجا سڀ کان وڌيڪ
ميمبر آندرا پرديش مان چونڊجي آيا هئا. يعني جمهوريت جي
راهہ تي هلڻ ڪانپوءِ انکي عوام ۾ پنهنجي پذيرائيءَ جو اندازو ٿي
ويو هو. انکانپوءِ صورتحال اِها ٿي جو انهيءَ جمهوري وهڪري ۾
جڏهن انجمن ترقي پسند مصنفين شامل ٿي تہ انکانپوءِ هندستان
مان مزاحمتي ادب جو ائت اچي ويو. منهنجو نقطي نظر اهو آهي تہ

انڪانپوءِ اهڙي ڪا شاعري يا ادب منهنجي نظر ۾ ناهي جهڙين نظمن جو آئون ذڪر ڪري چڪو آهيان پر پاڪستان ۾ اڄان تائين مزاحمتي ادب جو لاڙو برقرار آهي.

سوال: پاڪستان اچڻ جو سلسلو ڪيئن ٿيو؟

جواب: 6 جنوري 1952 تي والده جي انتقال کانپوءِ سندم پهريون سفر دهليءَ جو هو جتان واپس بمبئي موٽي آيس. والده جي گذاري وڃڻ کان ٻه مهينا پوءِ اسانجي وڏي ڀيڻ جو وهان ٿيو. بمبئيءَ ۾ اسين هڪ ننڍڙي ڪمري ۾ رهندا هئاسين. منهنجا چار ننڍا ڀائر، ڀيڻ ۽ ڀيڻويو سيئي هڪ ئي ڪمري ۾ هئا جڏهن ته آئون پارٽي آفيس ۾ رهڻ لڳس. ان وقت اِها ڳالهه شدت سان محسوس ٿيندي هئي ته منهنجا ننڍا ڀائر ۽ ڀينرون جيڪر ڀيڻويي سان گڏ نه رهڻ ته چڱو ٿئي پر سندن سارسنڀال ڪير لهي ها. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ اسانجي ماسي جيڪا حيدرآباد دکن جي نظام حڪومت ۾ ڪيس خاص مراعتون حاصل هيون، جن کان محروم ٿيندي ئي هو پاڪستان لڏي آيا هئا. ان دوران منهنجي ذهن ۾اِهي پور هئا ته ماسات سان وهان ڪرڻو آهي پر اُن وقت بمبئي جون حالتون اهڙيون نه هيون جو وهان ٿي سگهي. مون ۽ ننڍي ڀاءُ فيصلو ڪيو ته پاڪستان وڃي ٺانيڪو ٿيڻ کانپوءِ ڀين ڀائرن کي به گهرائجي. اصل حقيقت اِها آهي ته آئون شادي ڪرڻ ئي پاڪستان آيو هئس.

پهريون ڀيرو ريل گاڏيءَ ۾ آيس ۽ بلڪل اڪيلو هئس. ٻيو ڀيرو اسماعيل يوسف جي ڪٽنب سان گڏ آيس. پهريون ڀيرو پنهنجي ماسيءَ وٽ ترسيس. هو حيدرآباد دکن کان آيل هئا ۽ هاڻوڪي حيدرآباد ڪالوني ڪراچيءَ واري جاءِ تي حيدرآباد دکن مان آيل پناهگيرن لاءِ جهڳيون هنيون وبون هيون. حيدرآباد جي زوال کان اڳ پنهنجو سرمايو هيڏانهن منتقل ڪيل مير لائق عليءَ اِها زمين خريد ڪئي هئي. اُتي رهڻ به هڪ عجيب هاجو هو. مونکي

ڪنهن جهڳيءَ ۾ رهڻ جو ڪو تجربو نه هو ۽ نه ئي وري خط پٽ واسطي جهڳيءَ جو ڪو ٽپال پتو هو. منهنجي دوست افسر رضا جو ڀاءُ مون سان گڏ آيو هو ۽ اسين رات جو سمهڻ واسطي سندس ڀيڻ جي گهر گوليمار هليا ويا هئاسين. منهنجو خط ملڻ تي منهنجا سالا مونکي وٺڻ واسطي اينڊڙ ڏينهن ئي پهچي ويا. مونکي اچرج لڳي ته منهنجي لاءِ پنهنجي جهڳي ڳولهڻ مسئلو هو جڏهن ته هنن کي خط ملي ويو. اُتي پهتس ته عجيب شش و پنج ۾ هئس جو جهڳيءَ ۾ رهڻ جو ته ڪڏهن تصور به نه ڪيو هئم پر جڏهن گڏهه گاڏيءَ تي وينس ته بنهه دنگ رهجي ويو هئس جو بمبئي ۾ ڪنهن کي سزا ڏيڻ واسطي ئي گڏهه گاڏيءَ تي ويهاريو ويندو هو. جنهن به شهر ويس، هندستان ۾ جتي به ترسيس اتي پهرين پنهنجي روزگار جو بندوبست ڪيم. پاڪستان ايندي ئي ڪينٽ ريلوي اسٽيشن کان ٽرام ۾ سوار ٿيس جيڪا صدر تائين ٿي آئي. اُتي شيشي جو هڪ دڪان هو جنهن جو مالڪ پڻ بمبئي مان آيل هو وٽس ڪمائڻ لڳس، سو مونکي نوڪري پهرين ملي ۽ گهر پوءِ. مون بمبئي ۾ پڻ شيشي جو ڪم ڪيو هو ۽ هتي به اُهو جاري رکيم. منهنجا سالا چوندا هئا ته ڪين ڪا نوڪري نه ملي ڇاڪاڻ جو ڪين حيدرآباد ۾ ڪم ڪار ڪرڻ جي عادت نه هئي. نظام حيدرآباد عرب ڇوڪرن جو ٻارهن ورهين جي ڄمار کان وظيفو مقرر ڪندو هو. سندن جهڳي صدر کان پرڀرو هئي تنهنڪري آئون رنگون والا جي گودام ۾ ئي رهڻ لڳس.

مون جهڙن ماڻهن لاءِ سڀ کان پهرين روزگار، پوءِ گهر ٻار ۽ يار دوست ضروري هجن ٿا. اِهي ٽئي شيون ملي وڃن ته زندگي آسودي گذري ٿي. هت اڪيلو هئس انڪري 1951 ۾ واپس هندستان هليو ويس. منهنجا ڀائر اُتيئي هئا انڪري واپس ورڻو پيو. منهنجي ڀاءُ ابراهيم، جيڪو هاڻ گذاري ويو آهي، ڪي منهنجي ترڪ نسل

واري مامي پاڻ وٽ گهرايو هو. مامي جي گهرواري ۽ ٻار پاڪستان اچي ويا هئا ۽ هُنن منهنجي ڀاءُ کي ٻه پاڻ سان گڏ رهائڻ ٿي چاهيو. خط پٽ ذريعي اِهو پتو لڳم ته گهر لکي موڪليم ته ابراهيم کي اوڏانهن ئي روڪيو آئون ٻه واپس پيو اچان پر بمبئي پهچڻ تي پتو لڳم ته ماما ڪيس پاڪستان اُماڻي چڪو هو. منهنجا سمورا ڀائر مونکان ڇمار ۾ ننڍا هئا. والده جي گذاري وڃڻ کانپوءِ سندن سارسنڀال پنهنجو فرض ٿي ڀانيم. واپس موٽڻ تي اِها پريشاني ٿي ته هاڻ ڀيو ڪمرو ڪهڙي ريت حاصل ڪريان. سو ڀيهر پاڪستان موٽڻ جو فيصلو ڪيم.

ڪراچي ايندي ئي پارٽي آفيس ڳولهڻ شروع ڪيم. 1952 جي شروعات جڏهن هت آيو هئس ته پارٽي آفيس ۾ عزيز احمد خان هوندو هو جيڪو ٽريڊ يونين اڳواڻ هو ۽ صنعتي علائقي ۾ سرگرم هو. هن ڪانسواءِ ڊالميا فيڪٽريءَ ۾ سرگرم زبير، امام علي نازش، ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جو ڊاڪٽر غالب ۽ غيور سميت اسين چار پنج ڄڻا پارٽي آفيس ۾ هئاسين. آئون ۽ منهنجو دوست عرفان علي مونسان گڏن رهيو. اسان ٻنهيءَ جو سڄي حياتي ساٿ رهيو. مون لالو کيت ۾ هڪ ڪمرو ورتو جنهن ۾ پنهنجي ڀائرن ڀينرن سان گڏ رهڻ لڳس. 1952_53 شاگردن جي تحريڪ جو زمانو هو. منهنجي ڀيو ڀيرو اچڻ تي پارٽيءَ مونکي اعزاز نذير جي حوالي ڪيو جنهن لانڍيءَ واري حيدرآباد ڪالونيءَ ۾ پنهنجي جهڳي پرسان مونکي ٻه هڪ جهڳي وٺي ڏني جيڪا ٽن ڏينهن ۾ ٺهن پنجتيهن رپين ۾ ملي ويندي هئي. اُتي بزم احباب ٻه هئي جنهن جي هفتيوار گڏجاڻين ۾ عبدالرئوف عروج، شارق حيدرآبادي ۽ ٻيا شاعر اديب پڻ ايندا هئا. اعزاز نذير ٽريڊ يونين ۾ هو ۽ هڪ ماچيس فيڪٽريءَ ۾ ڪم ڪندو هو جتي مون کي ٻه ڪم تي لڳرايائين. اعزاز نذير سان سندس مرڻ گهڙيءَ تائين منهنجو ساٿ

رهيو. هو پنهنجي روپوشيءَ وارن ڏينهن ۾ اڪثر منهنجي گهر رهندو هو.

سوال: ڀهريون ڀيرو پاڪستان کان وڃڻ ڪانپوءِ موٽڻ تي اوهانکي پارٽيءَ ۾ ڪهڙو فرق نظر آيو؟

جواب: انهيءَ دوران وڏيون تبديليون آيون هيون. اِهي ٻه سال ڪيفي اعظميءَ جو ساٿ رهيو جيڪو ريجنل پارٽي سيڪريٽري هو. پارٽي ۽ ادارا ڍڳير مان نڪري آيا هئا. اجي ڪمار گهوش پارٽيءَ جو سيڪريٽري جنرل ٻڻجي چڪو هو. آئون هر مشاعري ۾ شريڪ ٿيندو هئس پوءِ پل اُهو بمبئي ٽراموي يونين جو هجي يا ڪامگار يونين جو. انڪانسواءِ فيڪٽرين ۾ ميمبرشپ ڪرڻ وارين گڏجاڻين ۽ اخبارون وڪڻڻ ۾ پڻ ڀهرو وٺندو هئس. عام چونڊن دوران ٻه وڏي پئماني تي سرگرميون رهيون. مونکي پارٽي ميمبرشپ ڪارڊ 1949 ۾ مليو هو. انڪان اڳ ننڍي ڄمار هئڻ سبب پارٽي همدرد واري حيثيت سان سرگرمين ۾ حصو وٺندو هئس. انهن سمورين سرگرمين دوران ڪيفي اعظميءَ جو تمام گهڻو ساٿ رهيو.

بمبئي ۾ چونڊن جو وقت آيو تہ وڏي بحث مباحثي ڪانپوءِ فيصلو ٿيو تہ اسانجي علائقي مان قومي اسيمبليءَ لاءِ ڊانگي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جي ٻن ٽڪن کان محمد صديق بخشي ۽ مدن پوري مان عبدالمجيد لال بائوتا (باٿوتا بمبئيءَ ۾ جنهڊي ڪي چئبو آهي) جيڪو هڪ بيڪري هلائيندو هو پارٽِءَ جا اُميدوار هوندا. هنن انهيءَ علائقي جو سمورو خرچ پڪو ايستائين جو ڊانگي جو پڻ، پنهنجي سر کنيو. پارٽيءَ جي انهيءَ فيصلي مهل علائقي ۾ پارٽيءَ جا پنج ميمبر احمد عبدالرحمان دهلويءِ ببو ميرن، افسر رضا، اميرالدين درزي ۽ آئون هئاسين. اسين سيئي پارٽيءَ لاءِ ڪم ڪندا هئاسين پر آئون پنهنجي نوڪري پڻ ڪندو هئس پر ان مرحلي تي پارٽِءَ چيو تہ نوڪري ڇڏڻي پوندي سو مون نوڪري

ڇڏي ڏني. نوڪريءَ مان ادائي رپيا ملندا هئم جڏهن ته پارٽي مونکي ٻارهن آنا ڏيڻ لڳي جنهن ۾ انتهائي ڏکيائي سان گذارو ٿيندو هو. اسان پنجن ميمبرن چونڊ مهم شروع ڪئي جنهن ۾ سعيد رضا جي اخبار ڀرپور ساٿ ڏنو. اسان هر گهٽيءَ ۾ جلسا ڪيا ۽ هر پاڙي جي مافيا سان مهاڏو اٽڪائيندا رهياسين. آزاديءَ کان اڳ اِهي مافيائون انگريزن جي هٿ وس هيون جڏهن ته هاڻ اِهي ڪانگريس جون ساٿاري هيون. ڪانگريس هر هنڌ رڪاوٽون ٿي وڌيون. هو جلسا ڦٽائيندا هئا يا جهنڊا ڦاڙي ڇڏيندا هئا. اِهو سيڪجھ مرارجي ڊيسائي ۽ ڪانگريس ٿي ڪرايو. ڊانگي قد جو بندرو هو. هڪ جلسي ۾ اسٽيج تي تقرير ڪندي چتاءُ ڏنائين ته هو سندن راھ ۾ رڪاوٽون وجهندڙن کي سخت سيڪت ڏيندا. پورهيتن جي شرڪت سان اسانجا ڀرپور جلسا ٿيندا هئا. بمبئي ۾ ڪانگريس ڪانپوءِ سڀ کان وڌيڪ ووٽ ڪميونسٽ پارٽيءَ کي ئي مليا. چونڊون هارائڻ ڪانپوءِ بائوٽا جي جلسي ۾ هڪ هزار کان وڌيڪ همدرد گڏ ٿيا. جنهن ۾ تقرير ڪندي چيائين ته پنجن ميمبرن سان شروع ڪيل مهم ۾ اڄ ٻٽيهه ميمبر ٿي ويا آهن جيڪا پارٽيءَ جي وڏي ڪاميابي هئي.

—

## ٥

# 1949 کان 1953
# چيني انقلاب ۽ اسٽالين جو مرتيو

دهلي امن ڪانفرنس جي پڄاڻيءَ تي مونوٽ موٽ جو ياڙو نہ هو ۽ جڏهن علي سردار جعفري پڇيو تہ آئون واپس ڪيئن ويندس تہ وراڻيم تہ پندرهن ويهہ ڏينهن هتي ترسي واپس موٽڻ جو بندوبس ڪري پو3 نڪرندس. انتي هُن چيو تہ مونکي ترسڻ جي ضرورت ناهي جو هو منهنجي موٽڻ جو بندوبست ڪري ٿو وٺي. بمبئي ۾ هڪ ادارو "انڊو-سوويت ڪلچرل ايسوسئيشن" هو جتي منهنجو اچڻ وڃڻ بہ هو. تن ڏينهن ۾ اُتي تصويرن جي هڪ نمائش هلندڙ هئي. علي سردار جعفريءَ مونکي اُن لاءِ ڪجهہ تصويرون ڪٽي وڃڻ لاءِ چيو جنهن عيوض مونکي ڪجهہ ڏوڪڙ مليا. گڏوگڏ مونکي هڪ پنڪو پڻ ڏنائين جيڪو مونکي اُچلا سچديو جي گهر پهچائڻو هو. مون اِهي ٻئي شيون پهچايون ۽ ان ريت دهليءَ کان بمبئي اچڻ جو بندوبست ڪيم.

1952 ۾ جڏهن ڪراچي آيس تہ مختلف هنڌن تي پارٽي آفيسون هيون. سولجر بازار ٽراموي تي هڪ آفيس هئي جتي ملباريءَ جي هوٽل هئي ۽ اُتي ملباري ڪامريڊ رهندا هئا, جن وٽ منهنجو اچڻ وڃڻ هو. جڏهن پهريون ڀيرو بمبئي ويس تہ ڪوڪراپار وارو رستو بند ٿي چڪو هو پر اوپر پاڪستان وارو رستو کليل هو. ٻن ڪامريڊن محمد علي ۽ رشيد سان گڏ ساموئڊبي جهاز ذريعي اوڏانهن ويس. هنن ٻنهي وٽ ڏوڪڙ هئا سو

چٽاگانگ کان اڳتي هليا ويا پر آئون ڏوڪڙ نہ هئڻ ڪري چٽاگانگ ۾ ترسي پيس ۽ اُتي ڪم ڪار ڳولهڻ لڳس. پئسا ڏوڪڙ گڏ ٿيڻ تي بمبئي روانو ٿيس.

سوال: ڇا اوستائين پارٽيءَ ۾ مڪمل طور تي اچي چڪا هئا؟

جواب: هت ايندي ئي پهرين ڏينهن پارٽي آفيس پهتو هئس پر رهائش لانڍيءَ ۾ اعزاز نذير سان گڏ جهڳيءَ ۾ هئم. پارٽي آفيس اچڻ وڃڻ هوندو هئم.

سوال: ڇا اوهانجي چٽا گانگ وڃڻ جو انتظام پارٽيءَ ڪيو هو؟

جواب: آئون پارٽيءَ کان ڪجهہ بہ نہ ورتو هئس. بمبئي وڃڻ يا هت رهڻ دوران پنهنجي نوڪري نہ ڇڏيم. پنهنجا پيا ڪم شام پنجين ڪانپورءِ ڪندو هئس. 1953 ۾ جڏهن عام چونڊن لاءِ ويو هئس تہ اسان واري تڪ ۾ ڪُل پنج ميمبر هئا ۽ پارٽيءَ جي چوڻ تي نوڪري ڇڏيم جتان ادائي رپيا ملندا هئا جڏهن تہ پارٽي ٻارهن آنا ڏيندي هئي. نوڪري ڇڏڻ ڪري پارٽيءَ کان اهي پئسا ورتم. انڪانسواءِ ڪڏهن بہ پارٽيءَ کان ڪو پئسو ڏوڪڙ نہ ورتم. چٽاگانگ مان نڪرڻ ڪانپورءِ ٻن وڏن شهرن چانڊپور ۽ درشنا مان لنگهيس ڇاڪاڻ جو اُتان سرحد تائين وڃڻ جو ڪو سڌو گس نہ هو انڪري مختلف مرحلن ۾ ڪڏهن دريا اوڪري تہ ڪڏهن پيڙي تہ ڪڏهن وري ريل ذريعي ڪلڪتي پهتس جتي بہ مهينا رهڻ ڪانپورءِ بمبئي پهتس.

مون پنهنجي ڇوڪراڻ واري وهي امتحانن مان اُڪري گذاري آهي ۽ هيستائين منهنجو پهچڻ ڪنهن معجزي کان گهٽ ناهي.

سوال: ڪراچيءَ کان چٽاگانگ تائين ڪيترن ڏينهن جو سفر هو؟

جواب: لڳ ڀڳ ڏهہ ڏينهن.

سوال: رچ ۾ سريلنڪا ۾ بہ ڏاهو ڪرڻو پوندو هو؟

جواب: سريلنڪا ۾ صبح کان شام تائين، هتان وبندي، ڪڇ ۽ مالويءَ جا جهاز رستي ۾ ايندا هئا جيئن ته اُتي ڪا بندرگاهه نه هئي انڪري جهاز ڪناري کان ڪجهه پرڀرو وچ سمنڊ ۾ لنگرانداز ٿيندا هئا، ماٺهو ٻيڙين ذريعي انهن تي اچي سامان سڙو وڪرو ڪندا هئا. جهاز جا مسافر ۽ عملو رسين ذريعي پئسا ڏوڪڙ ڏيندا هئا. سامان وڪرو ڪرڻ لاءِ ايندڙ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جا رهواسي ڦندو لڳل ترڪي ٽوپي پهريل هوندا هئا. اُتي گذرندي جهاز مان ٿي پري کان سيلون (سريلنڪا) جو نظارو ڪبو هو جتان چٽاگانگ وڃبو هو ۽ چٽاگانگ ۾ ڪجهه ڏينهن جي داپي ڪانپوءِ ڪلڪتي روانو ٿبو هو. منهنجي ٻيو پيرو بمبئي پهچڻ تائين منهنجون ڀرپور سياسي سرگرميون شروع ٿي چڪيون هيون. 1949 ۾ مونکي پارٽي ميمبرشپ ڪارڊ ملي چڪو هو جيتوڻيڪ پارٽي سرگرميون اڳيئي شروع ڪري چڪو هئس. 1953 ۾ پارٽيءَ مونکي ڪُل وقتي ڪارڪن بڻايو جنهن دوران جلسا ٿين واري ماڳ تي پارٽيءَ جا جهنڊا، پوسٽر هڻڻ ۽ ٻيون ذميواريون منهنجي حوالي هونديون هيون. چيني انقلاب دوران پڻ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سرگرمين ۾ سرگرم رهيس. چيني انقلاب دوران بمبئي جي گهٽين ۾ جيڪي نظم ڳاتاسين تن مان شيلندر جي هڪ نظم جا ٻه ٽي مصرع اڃان تائين ياد اٿم.

راستہ چین کا ہے چین کا ہے چین کا ہمارا
رستہ چین کا ہے
دکھیا لوگوں کا سہارا
جھنڈا لال ہے ہمارا
رستہ چین کا ہے
جنم جنم کا خون پسینہ
پیاری دھرتی اپنی

ساری دھرتی اپنی
اس دھرتی پہ قدم نہ دیوے اب کوئی ہتھیار
رستہ چین کا ہے چین کا ہے چین کا ہمارا
رستہ چین کا ہے

انهيءَ دوران پريم دهون (هندستان جو نرت ڊائريڪٽر) جو هڪ گانو پڻ تمام گهڻو مشهور ٿيو:

اٹھا ہے طوفان زمانہ بدل رہا
جاگا ہے انسان زمانہ بدل رہا
کالی گھٹاؤں سے دیکھو پھوٹے ہیں اُجیالے
تھر تھر کانپ رہے ہیں یہ ظالم ہتھیارے
جنتا ہے بلوان زمانہ بدل رہا
ایک چین کیا اب تو ساتھی لاکھوں چین بنیں گے
آگ سے آگ بڑھے گی اب تو دیپ سے دیپ جلیں گے
وہ چمکا لال نشان زمانہ بدل رہا

اڄ پهرين آڪٽوبر آهي، چين جي آزاديءَ جو ڏيهاڙو. 1949 ۾ چيني انقلاب مهل آئون ڪميونسٽ پارٽيءَ جي جشن ۾ شامل هئس.
سوال: اوهان چيني انقلاب کي ياد ڪيو اڄ پهرين آڪٽوبر تي؟
جواب: وساريو ڪڏهن هئم. ڳالهه اِها آهي تہ جيڪڏهن وساريل هجي ها تہ انجو ذڪر ڪيئن ڪريان ها.
سوال: سوچيم پئي تہ جيڪڏهن هندستان ۾ پڻ انقلاب اچي ها تہ شايد نياز حيدر کي قومي شاعر ليکيو وڃي ها. جنهن حساب سان اوهان سندس انقلابي نظم ٻڌايا آهن؟
جواب: هُن اڻ ڳڻيا نظم لکيا. اصل ۾ ڳالهہ اهائي آهي تہ هو تحريڪ جي فن سان لاڳاپيل هو منجهس نرگسيت نہ هئي، انقلابي رومانويت نہ

هئي پر عمل سان سلهاڙيل هو. ڪيفي اعظميءَ پڻ مونسان گڏ گهٽين ۾ اخبارون وڪيون. منهنجو ساٿس پنج سال ساٿ رهيو.
اسٽالين جي مرتئي تي ڪيفي اعظميءَ هڪ وڏي شاهي جلوس جي سرواڻي ڪئي هئي. 5 مارچ 1953 تي اسٽالين جي مرتئي تي بمبئي ۾ ڪيترائي وڏا وڏا جلوس نڪتا هئا. انهن مان هڪ چوپاٽيءَ واري سامونڊي ڪناري تي ٿيو هو جنهن ۾ مون به نظم پڙهيو هو. آئون سمجهان ٿو ته جيڪڏهن اسٽالين نه هجي ها ۽ چين کي وڏي پئماني تي فوجي ۽ معاشي مدد نه ڏئي ها ته ڪر چين به نه هجي ها. لانگ مارچ ۾ به چين کي ڀرپور مدد گهربل هئي جيڪا روس ۽ اسٽالين فراهم ڪئي. اسٽالين نه رڳو عملي نظرياتي ڪم پڻ ڪيو. هُن هڪ پمفلٽ لکيو "چيني انقلاب جا مسئلا" جيڪو بمبئيءَ جي هڪ پارٽي يونٽ شائع ڪيو هو. ان ۾ اسٽالين يورپ جي پارٽين لاءِ هدائت نامو ٿو جاري ڪري ته مائو جيڏي مهل اِهو ٿو چوي ته اسان عوامي جمهوريت جي راهه اختيار ڪئي آهي ۽ اِهوئي مارڪسي رستو آهي، جنهن تي يورپ جون ڪميونسٽ پارٽيون اخباري مضمونن ذريعي چوهه ٿيون چندين ته چين مارڪس جي راهه تان ٿڙي ويو آهي پر آئون (اسٽالين) ٿو چوان ته اِهو مارڪسي دڳ آهي. اُن وقت جيڪڏهن اسٽالين پنيرائي نه ڪري ها ته يورپ جون ڪميونسٽ پارٽيون چين جي شديد مخالفت ڪن ها. مارڪس جو رستو ته خود لينن به اختيار نه ڪيو هو. هُن پرولتاري آمريت بدران پنهنجي راهه جوڙي، ساڳي ريت مائو پڻ پنهنجي راهه اختيار ڪئي. اسٽالين نه هجي ها ته چين به نه هجي ها. انڪانپوءِ هن ڪوريا جي ڀرپور مدد ڪئي. ڍاڪي کن تائين روس جي پرڏيهي وزير گڏيل قومن جي اداري جو بائيڪاٽ ڪيو ته جيستائين چين اداري ۾ شامل نه ڪيو ويندو اوستائين سندس ملڪ به اداري ۾ نه ويهندو. دنيا ۾ ترقي

ڪرڻ جا ڪيترائي رستا آهن پر اصل ڳالهه اِها آهي تہ سرمائيداريت وارو رستو ڦرلٽ وارو رستو هو انفراديت وارو رستو هو جنهن ۾ غلامن ذريعي امريڪا کي تاهيو ويو. ساڳي ريت هندستان کي غلام بڻائي انگلستان کي تاهيو ويو پر ڦهريون پيرو سوويت يونين اجتماعي ترقيءَ جي واٽ ڏيکاري ترقي ڪرڻ جي. استالين جي مرتئي تي منهنجو نظم هن ريت هو:

سلام اس رہنما پر جو جہاں کا مکتی داتا ہے
بڑھو آگے کہ اسٹالن اب ابھی راہ دکھاتا ہے
حقیقت میں بدل ڈالے ہزاروں مست خواب اس نے
زمیں کو دے دیے سو ماہتاب اور آفتاب اُس نے
وہ جو انسانیت کے گیت گانا ہی سکھاتا ہے
بڑھو آگ ہے کہ اسٹالن اب بھی راہ دکھاتا ہے

سناؤ گیت امن و آشتی کا سارے عالم کو
مسلسل جہد کا پیغام دو اب ابنِ آدم کو
اٹھاؤ اور اونچے اور اونچے سرخ پرچم کو
کہ اسٹالن ہمیں اب اس کا وارث کر کے جاتا ہے
بڑھو آگے کہ اسٹالن اب بھی راہ دکھاتا ہے

—

## ٦

# 1954 کان 1957

# عوامي ليگ سان تعلق ۽ ڪراچي ڇڏڻ

سوال: جڏهن بيو ڀيرو هندستان ويا تہ اُتي ترسي ڇو نہ پيا ۽ ڇا واپس موٽڻ جي ارادي سان ئي اوڏانهن ويا هئا؟

جواب: منهنجو ڪو ارادو نہ هو موٽڻ جو پر مون آڏو پنهنجي ٽن ننڍن ڀائرن ۽ ڀيڻ جو مسئلو هو. وڏي ڀيڻ پرڻجي چڪي هئي ۽ پاڪستان اچڻ مهل پنهنجو گهر سندس حوالي ڪري ڇڏيو هئم. مون وٽ ايترا وسيلا نہ هئا جو ڀائرن ۽ ڀينر کي اُتي پاڻ سان رکي سگهان. پاڪستان موٽي پنهنجي شادي ڪرڻي هئي ۽ گهر جو بندوبست ڪرڻو هو. اهي ئي ٻہ سبب هئا جن ڪري موٽي آيو هئس. انهي ڏيڍ سال ۾ پاڪستان جي سياسي صورتحال بدلجي چڪي هئي. شاگرد تحريڪون عروج تي هيون. حڪومتي گرفتارين ۽ سختين سبب انجمن ترقي پسند مصنفين جون گڏجاڻيون اُجڙي چڪيون هيون ۽ پارٽيءَ جا حمائتي ٽڙيڪڙ ٿي چڪا هئا. اعزاز نذير جي ڪري منهنجو پارٽي آفيس سان لاڳاپو ٿيو جنهن لانڍيءَ ۾ پنهنجي جهڳي ۾ پرسان ئي منهنجي رهڻ جو بندوبست ڪيو هو. اُتيئي منهنجا ڀائر ۽ ڀيڻ پڻ مونسان گڏ رهڻ لڳا پر ايترن ڄڻن جو اُتي رهڻ ڏکيو هو انڪري پنهنجي ماسيءَ جي گهر پرسان مسواڙ تي ورتل ڪمري ۾ رهڻ لڳاسين.

مونکي شيشي جو ڪم ايندو هو جنهن مان چڱي موچاري رقم ملي ويندي هئي.

پارٽيءَ سان لاڳاپو لالو کيت وڃڻ کانپوءِ به ختم نه ٿيو. اُتي منهنجي سڀ کان وڌيڪ ويجهڙائپ عرفان عليءَ سان هئي جيڪو پارٽيءَ جي بانين مان هڪ محمد علي زودولويءَ جو سين کان ننڍو پٽ هو. عرفان علي ارڙهن ويهن ورهين جو ۽ منهنجو هم عمر هو. هو مئٽرڪ ڪري آيو هو ۽ هتي اسلاميا ڪاليج ۾ داخلا ورتي هئائين. هو صبح جو بحاليءَ واري کاتي ۾ ڪم ڪندو هو ۽ شام جو پڙهندو هو. پارٽيءَ جي ڏس ۾ اُتي هڪ سيل هو جنهن ۾ آئون، عرفان، وڪيل ۽ مجيد هئاسين. پارٽيءَ جا سمورا ڪم ڪار پابندين ۾ پڻ هلندا رهندا هئا. تن ڏينهن ۾ اعزاز نذير پڻ ايندو هو ۽ پارٽيءَ جو اسٽڊي سرڪل پڻ هلندو هو. سياسي طور تي اُتي عوامي ليگ سرگرم هئي. لالو کيت ۾ انجي آفيس هئي جتي حڪيم چشتي، علاؤالدين عباسي ۽ عبدالرحمان ملباري سرگرم هئا. سال ڏيڍ سال کانپوءِ 1955 ۾ شادي ڪيم جيڪا اڄان تائين هلي پئي.

سوال: پارٽيءَ تي پابندي مڙهجڻ مهل به اوهان لالو کيت ۾ هئا؟

جواب: اسانجي مسواڙ واري گهر تي امام علي نازش، محمد غيوز ۽ زبير سميت ڪيترائي اهم روپوش اڳواڻ رهندا هئا. لالو کيت ۾ اهڙا به ٻه ٽي گهر هئا، هڪ اسانجو ٻيو عرفان عليءَ جو. هو اسان سان گڏجي ئي رکيو سکيو کائيندا هئا. امام علي نازش گهڻو تڻو عرفان عليءَ جي گهر رهندو هو. هو گرفتار پڻ اُتان ئي ٿيو هو. آئون ٽريڊ يونين سرگرمين ۾ شامل نه هئس ڇاڪاڻ جو مونوٽ روپوش همراهه رهندا هئا.

سوال: انهن روپوش ڪامريڊن جي ڪري اوهين به ته سدائين جوکم جو شڪار هوندا؟

جواب: آئون جوکم جو شڪار ته نه ٿيس ڇاڪاڻ جو پارٽي سرگرمين جي بمبئي جهڙي صورتحال نه هئي يا جهڙي هتي شاگرد تحريڪ ڪان اڳ هئي. شاگرد تحريڪ ڪانپوءِ سرگرميون انتهائي محدود ٿي ويون هيون جيڪو پارٽيءَ لاءِ وڏو هاڃو هو ۽ ان ڪري پارٽيءَ کي وڏو نقصان رسيو. منهنجي نظر ۾ روپوش ٿيڻ جو مطلب اِهو ناهي ته ڪو سموريون سرگرميون ڇڏي رڳو چپ چپات ۾ ويهي رهجي. اهڙي صورت ۾ ڪو فائدو ناهي. دنيا جي ڪميونسٽ تحريڪن تي نظر ڊوڙائڻ سان اندازو ٿيندو ته ماڻهن روپوش رهندي به وڏو ڪم ڪيو. هندستان ۾ مرارجي ڊيسائيءَ جي دور ۾ ڪميونسٽن تي شديد تشدد ٿيو ڪين ٽڏي تي ئي قتل ڪيو ويندو هو پر اُن دور ۾ به هو چپ چپات ۾ نه ويٺا. قيد ۾ قتل ٿيل ساٿين تي نياز حيدر نظم پڻ لکيو پر انجي اُبتڙ هتي ماڻهن روپوشيءَ ۾ ڍاڪا گذاريا پر نه ڪجهه لکيائون، نه ڪو ٿيسيز ڏنائون ۽ نه ئي وري ڪا تحريڪ هلايائون. روپوشيءَ واري انهيءَ دور ۾ جمال نقويءَ جو نالو سامهون ٿو اچي، جيڪو ڇاليهه ورهين تائين روپوش رهيو پروفيسر به رهيو پر ان روپوشيءَ مان هڙ حاصل ڇا ٿيو؟ هن ۽ ارشد محمود، جيڪو ڪڏهن به تحريڪ سان لاڳاپيل نه رهيو پر اهڙا ڪتاب لکيائين جن لاءِ هو پاڻ اعتراف ٿو ڪري ته ڪجهه به ڪڙ تيل نه نڪتو. سندس اِهو سمورو عرصو ۽ زندگي ضائع ٿي وئي. مون ان تي جوابي مضمون پڻ لکيا آهن. جمال نقويءَ جي ڪتاب جو اڙدو ترجمو "ڇهوڙ آئے ہم وہ گلیاں" پڻ رشاد محمود ئي ڪيو آهي.

سوال: ڇا عوامي ليگ ۾ اوهان سان گڏ ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ٻيا همراهه به ويا؟ ۽ ڇا اِهو پارٽيءَ جو فيصلو هو؟

جواب: عوامي ليگ جي سياست خاص طور تي ڪراچيءَ ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ ٿي هلائي اِن وقت حسن ناصر سرگرم هو. لالو کيت ۾ سندس آفيس هئي. تن ڏينهن ۾ نه ڪو جلسو ٿي پئي سگهيو نه ئي

ڪا گڏجاڻي جڏهن تہ انجمن ترقي پسند مصنفين تي پڻ پابندي مڙهيل هئي. روپوشيءَ وارن ڏينهن ۾ بس اِهيئي سرگرميون هيون جو ڪي ڏهہ پندرهن ماڻهو گڏجي ويهن ۽ ڪو مقالو پڙهي وٺجي يا ڪنهن سياسي موضوع تي ڪو بحث مباحثو ڪري وٺجي.

سوال: ڇا اوهانجي حسن ناصر سان ڪا ملاقات ٿي؟

جواب: نہ، هُن سان منهنجي ڪابہ ملاقات نہ ٿي، هو عوامي ليگ جي آفيس ضرور ايندو هو پر اعزاز نذير سان سندس ويجهو رابطو هوندو هو ۽ سندس پارٽي سرگرميون اسان تائين اعزاز نذير ذريعي ئي پهچنديون هيون.

سوال: اِهو دور ڪيستائين هليو؟

جواب: آئون 1957 جي پڇاڙيءَ تائين ڪراچيءَ ۾ رهيس پوءِ لاهور لڏي ويس جتي پنهنجي گهر واريءَ کي پڻ گهرايم. اُن وقت اسانجو پهريون پٽ، جيڪو اُن مهينن جو هو پڻ اسان سان گڏ هو. مونکي نيشنل عوامي پارٽي (نعپ) ٺهڻ وارا ڏينهن پڻ ياد آهن. 1957 ۾ اسانجي لاهور لڏي وڃڻ کان اڳ جي ايم سيد جي گهر هڪ گڏجاڻي ڪوٺائي وئي جنهن ۾ خان عبدالغفار خان ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي پڻ شريڪ ٿيا هئا. اهڙين گڏجاڻين کانپوءِ ئي نعپ جڙي هئي. انجي ٺاهڻ ۾ ڪميونسٽ پڻ شامل هئا تہ عوامي ليگ وارا بہ. آزاد پاڪستان پارٽي پڻ ان ۾ شامل هئي. محمودالحق عثماني نعپ جو جنرل سيڪريٽري بڻيو. جيتوڻيڪ نعپ جو جڙڻ تہ ياد اٿم پر انجي سرگرمين دوران آئون ڪراچيءَ ۾ نہ هئس. حيدر منزل تي ٿيل نعپ جي بنيادي اجلاس ۾ تہ آئون شريڪ هئس پر ان کان سڌو پوءِ لاهور هليو ويو هئس.

لاهور ۾ بہ پارٽيءَ جي حوالي سان اعزاز نذير سان رابطو رهيم. لاهور ۾ هڪ ٻئي پارٽي ڪامريڊ ناصرالدين محمود، جيڪو ايگريڪلچرل بينڪ ۾ ڪائونٽنٽ هو سان پڻ منهنجو لاڳاپو

رهيو. هو جڏهن ملير ۾ هو ته امام علي نازش پنهنجي روپوشيءَ جو وڏو عرصو سندس گهر تي گذاريو هو. لاهور ۾ پڻ پنجن سالن تائين نيلا گنبذ واري علائقي ۾ شيشي جي هڪ ڪارخاني ۾ ڪم ڪيم ۽ 1962 ۾ ڪراچي موٽي آيس. علاؤالدين عباسي ۽ رحمان ملباري جيڪي عوامي ليگ ۾ اسان سان گڏ هئا، سان پڻ سدائين سنگت رهي. اِهو سمورو عرصو ڪميونسٽ پارٽي جيڪا ڪڏهن به جدوجهد کان وانجهيل نه هوندي هئي سا انڊر گرائونڊ هئڻ جي بهاني گهرن جي چارديواريءَ اندر بند ٿي وئي ۽ انهيءَ سموري عرصي ۾ لکڻ پڙهڻ جو ڪو به ڪم نه ٿيو.

—

## ٧

# لاهور، سوئيز نهر لڙائي
# ۽ پاڪستان ۾ مارشل لا جي شروعات ٿائين

سوال: 1957 ۾ لاهور ڇو لڏي وياءِ ان بابت ڪجهه ٻڌايو.

جواب: گهريلو مسئلن ڪري ڪراچيءَ وارو گهر ڇڏڻو پيو ۽ لاهور لڏي ويس. ان کان اڳ ٻه اهم سياسي واقعا ياد ٿا اچن. هڪ ته بنگال ۾ جگتو فرنٽ چونڊون کٽي ويون، ان وقت آئون عوامي ليگ سان لاڳاپيل هئس. ٻيو واقعو 1956 واري سوئيز نهر جي لڙائي بابت آهي. انهن ٻنهي ڳالهين مونکي ذهني طور تي تمام گهڻو متاثر ڪيو. مصر تي ٽن ملڪن فرانس، برطانيا ۽ اسرائيل ڪاهه ڪئي هئي. امريڪا ظاهري طور تي اڻ ڏريو هو. هڪ عجيب افراتفري پکڙيل هئي. اُن وقت سوويت يونين انهن ملڪن کي چتاءُ ڏنو ته جيڪڏهن ٻارهن ڪلاڪن اندر لڙائي بند نه ڪندا ته انهن کي نيست نابود ڪيو ويندو. ٽن ڏينهن ۾ ايڊن جيڪو برطانوي وزيراعظم هو تنهن برطانوي پارليامينٽ تان استعفا ڏئي ڇڏي. جڏهن اِهي خبرون پڙهندو هئس ته مون کي نياز حيدر جو هڪ نظم ياد آيو جيڪو امروز اخبار وڏي سرخيءَ سان شائع ڪيو هو.

زليخا کا وطن بیزار بدصورت سیاست سے
ابوالهعرل آج دگنا ہوگیا اپنی جسامت سے

زمین مشہور ہے جو اونچے اہراموں کی عظمت سے
جو ہر فرعون کے لاشے کو رکھتی ہے حفاظت سے
وہیں ایڈن مرے گا کس قدر تقدیر والا ہے
اندھیرے کے سیاہ کار و سویرا ہونے والا ہے

اُن دور ۾ (حسين شهيد) سهروردي صاحب سوئيز نهر جي واقعي تي مصر ۾ جمال عبدالناصر جو ساٿ ڏيڻواري سوال تي ورندي ڏني هئي تہ اسين سندن کھڙو ساٿ ڏيون جو هر ٻڙي جمع ٻڙي جمع ٻڙي ئي آهن.

سوال: جنهن زماني جو اوهان ذڪر پيا ڪريو تن ڏينهن ۾ "ليل و نهار" اوهان جي نظرن مان گذريو هو؟

جواب: ليل و نهار جي شروع ٿيڻ ڪانوني انجو مستقل گراهڪ ٻٽيس ۽ مونوت انجو سمورو ريڪارڊ هوندو هو. ڊاڪٽر راغب جيڪو اعزاز نذير ۽ پارٽيءَ جي ويجهو هو ۽ جنهن پارٽيءَ جي وڏي سيوا ڪئي ۽ هنگامي دور ۾ پارٽيءَ جا سمورا ڪم ڊاڪٽر راغب ذريعي ئي ٿيندا هئا. سو هو جڏهن روپوشيءَ وارن ڏينهن ۾ هڪ پيرو اسان وٽ رهڻ آيو تہ ليل و نهار جو ڍڳ ڏسي تحقيق واسطي کڻي ويو تہ وري واپس نہ ڪيائين.

اوير بنگال جي عليحدگيءَ وارن ڏينهن ۾ ليل و نهار ان حوالي سان ڪيترائي مضمون شائع ڪيا. ان ۾ بنگالي ليکڪن جا مضمون ترجمو ڪري قسطوار پڻ شامل ڪيا ويندا هئا.

سوال: ليل و نهار جو ذڪر ڪرڻ جو مقصد اِهو هو تہ سوئيز نهر واري واقعي جي ڏينهن ۾ ان ۾ باقاعدي ٽائيٽل تي جمال عبدالناصر جي تصوير هوندي هئي. ان ڪانسواءِ ليل و نهار "جنگِ آزادي نمبر" پڻ شائع ڪيو جنهن تي بهادر شاهہ ظفر جي تصوير هئي. اِهو هڪ انتهائي شاندار رسالو هو.

جواب : واقعي، تمام گھڻو پلو رسالو هو. ان تان مونکي بمبئي جي هڪ ڳالهہ ياد آئي. بمبئي ۾ ڪتب پبلسر اڙدو ادب جو ”جنگ آزادي نمبر“ شائع ڪيو هو. اِهو انتهائي ضخيم هو جنهن جي ايڊيٽوريل بورڊ تي علي سردار جعفري پڻ هو. احمد نديم قاسميءَ هتان هڪ تنقيدي خط لکيو تہ انهيءَ ادبي نمبر ۾ لاهور ۽ اتر هندستان کي نظرانداز ڪيو ويو آهي. سردار جعفريءَ انکي قبول ڪيو ۽ انجمن ترقي پسند مصنفين جي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ اِهو خط پڙهي ٻڌايائين ۽ اعلان ڪيائين تہ هو وضاحت ڪندو تہ ڪائنن ڪوتاهي تي آهي جيڪا ايندڙ پرچي ۾ ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي.

سوال : لاهور ۾ اوهانجون مصروفيتون ڇا هيون؟

جواب : آئون پهريون ڀيرو لاهور ويو هئس. اُتي بہ هميشہ وانگر سڀ کان پهرين پنهنجو روزگار ڳولهيم. اسٽيشن جي هڪ مسافرخاني تي پنهنجو سامان رکي ڪم ڪار ڳولهڻ نڪري پيس. مونوٽ لاهور ۾ ڪنهن جو بہ ڏس پتو نہ هو. ريلوي اسٽيشن کان تانگا هلندا هئا. انهن ۾ ويهي لوهاري گيٽ تائين ويس. اُتان وري انارڪلي چونڪ ۽ ڀاٽي گيٽ تائين آيس، جتي شيشي جو هڪ دڪان ڏٺم. اُتي شيشي جا ٻہ دڪان هئا، ملڪ گلاس هائوس ۽ جليل گلاس. ملڪ گلاس هائوس ڪنهن زماني ۾ ”بابا گلاس هائوس“ جي نالي سان هڪ سک جو دڪان هو. انجو گودام پڻ وڏو شاهي هو. سيٺ پنهنجي هڪ ماتحت صديق کي دڪان تي ويهاريو هو. دڪان ڏسي ان ۾ گهڙي ويس، ڳالهہ ٻولهہ کانپوءِ مونکي سٺ رپيا ماهوار تي ڪم ملي ويو. منهنجو هنر ڏسي تمام گهڻو متاثر ٿيو ڇاڪاڻ جو منهنجي جوڙيل هرڪا شئي هڪدم وڪرو ٿئي پئي وئي. هُن مونکان رهائش بابت پڇيو تہ ٻڌايو مانس تہ هڪ هوٽل تي ترسيل آهيان، جنهن تي چيائين تہ هل تہ توکي گهر وٺي ڏيان. هاڻ منهنجي آڏو مسئلو هو پنهنجا ٻار ٻچا گهرائڻ جو. اِهو علائقو اهڙو

نہ هو جتي ڏگهو عرصو رهجي جو اتان جون سوڙهيون گهٽيون ۽ ڏهن ڏهن فٽن جا ڪمرا هئا. پوءِ انهيءَ ساڳئي همراهہ مونکي مدن پوري ۾ گهر هٿ ڪري ڏنو. انڪانپوءِ پنهنجي زال کي گهرايم. انهيءَ سموري مامري ۾ هڪ مهينو لڳي ويو. انهيءَ دوران شيشي جي ڀين دڪانن وارن ۾ چوڀول شروع ٿيو تہ آخرڪار منهنجي سيٺ جو ڪاروبار ڇو وڌي ويجهي رهيو آهي. نيلا گنبذ جي هڪ دڪاندار جنهن جو پنهنجو ڪارخانو پڻ هو، مونکي اڍائي يرا وڏيڪ پگهار تي پنجن سالن جي ٺاهہ تي پاڻ وٽ ملازم رکيو هو مون بہ اڇري واري علائقي ۾ هڪ بهتر ۽ وڏو گهر ورتو. ان ريت لاهور ۾ پنج سال گذارياسين، جنهن دوران 1958 ۾ ايوب خان ملڪ تي مارشل لا پڻ مڙهي.

لاهور پهچندي ٿي جيڪو واقعو ڏٺم سو بوٽاسنگهہ جو هو. والد کان پرايل عادت تحت آئون شروعات کان ئي اخبارون پڙهندڙ هئس. هڪ ڏينهن خبر آئي تہ بوٽاسنگهہ ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويندو. سندس خبرون شائع ٿيل اخبارون مون سنڀالي رکيون هيون جيڪي گهر تي ڇاپي دوران ضائع ٿي ويون. ڪيس وڏيڪ ڪوريج انڪري بہ ٿي ملي جو يونيورسٽيءَ جا شاگرد ان مامري ۾ سرگرم هئا. جنهن ڏينهن هو ڪورٽ ۾ پيش ٿيو تہ اُن ڏينهن اِها خبر وڏيڪ ڪوريج سان شائع ٿي تہ بوٽا سنگهہ امرتسر کان اچي ويو آهي. سرحد سان لڳو لڳ نورپور نالي هڪ علائقو هو جنهن ۾ بوٽا سنگهہ جا بہ ٻار پڻ هئا. ورهاڱي وارن فسادن دوران اغوا ٿيل عورتن مان هڪ مسلمان عورت سان بوٽا سنگهہ وهان ڪيو هو جنهن مان کيس بہ ٻار پڻ هئا. تن ڏينهن ۾ اغوا ٿيل عورتون واپس پئي ڪيون ويون سو بوٽا سنگهہ جي زال پڻ سندس وارثن حوالي ڪئي وئي هئي. بوٽا سنگهہ ڪنهن ريت انهيءَ عورت سان رابطو ڪري ورتو هو جنهن کيس ڇيو هو تہ هو جيڪڏهنپاڪستان هليو واڇي تہ

هوءَ سڄي چمار سندس زال بڻجي گذاريندي بوٽا سنگهه سفارتخاني سان رابطو ڪيو تہ اُتان ڪيس ورندي ملي تہ هو ڪيس اماڻي نٿا سگهن ڇاڪاڻ جو هوءَ مسلمان آهي، پر ڪيس مسلمان ٿيڻ جي شرط تي ويزا جاري ڪيو ويندو سو بوٽا سنگهه پنهنجو مذهب مٽائي بادشاهي مسجد ۾ ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو ۽ ويزا حاصل ڪيائين. هُن نہ رڳو پنهنجو مذهب ڇڏيو پر راڄ برادري ۽ ملڪ پڻ ڇڏيائين. هو پنهنجي ٻارن سوڌو ساهراڻي ڳوٺ پهتو تہ ماڻهو مڇرجي پيا ۽ ڪيس سخت مارڪٽ ڪيائون. اِهو سمورو مامرو ڪورٽ تائين وڃي پهتو جنهن ۾ بوٽا سنگهه جي زال ڪيس سڃاڻڻ کان ئي نابري واري، جنهن تان بوٽا سنگهه اُپاٽڪو ٿي ريل گاڏيءَ هيٺان اچي آپگهات ڪري ڇڏيو. انهيءَ واقعي تي شاگردن جلوس ڪڍيو تہ علاما مشرقي چوڻ لڳو تہ آخرڪار مسلمانن ڪي ڇا ٿي ويو آهي جو هڪ سک پويان ايڏو توائي ٿي ويا آهن. شاگردن بوٽا سنگهه کي مياڻي قبرستان ۾ دفنايو تہ خاڪسار اُتي پهچي ويا تہ هو سندس قبر اُکيڙي ڇڏيندا. انهيءَ سموري واقعي تي هڪ ڪتاب پڻ لکيو ويو هو جنهن جو عنوان علاما اقبال جي هڪ مصرعي تان ڪنيل آهو:

تشهید محبت نہ کافر نہ غازی
محبت کی رسمیں نہ ترکی نہ تازی

انهيءَ واقعي تي The Partition جي سري هيٺ هڪ فلم پڻ ٺهي چڪي آهي. انڪانسواءِ لاهور جو هڪ ٻيو واقعو پڻ مونکي ياد پيو اچي. راڻي ايلزبيٿ ۽ سندس مڙس فلپ پنهنجي وهان ڪانپوءِ لاهور آيا هئا. فلپ کي پولو راند جو شوق هو انڪري هن لاءِ انهيءَ راند جو بندوبست ڪيو ويو هو. ان دوران هُن خواهش جو اظهار ڪيو تہ هڪ هندستاني شهنشاهہ پولو راند ڪندي گهوڙي تان ڪري گذاري ويو هو ڪيس تنهن جي قبر ڏيکاري وڃي. منهنجو

ڪم ڪار انارڪلي بازار ۾ هو سو جمع شامل انهيءَ شهنشاهه قطب الدين ايبڪ جي قبر پرسان پيو لنگهندو هئس جيڪا هڪ ننڍڙي ڪمري ۾ هئي جنهن مٿان هڪ عمار اڏيل هئي. قبر واري ڪمري ۾ نڪاس وارو ڪنو پاڻي پيو ٿمندو هو. اِها خبر پڙهي آئون سوچڻ لڳس تہ انهيءَ گندگيءَ ۾ فلپ ڪي ڇا ڏيکاريو ويندو. ايندڙ ڏينهن پيچ ڊُڪ شروع ٿي وئي ۽ صفائي سٿرائي ٿيڻ لڳي پر اُتي تہ گهر ۽ دڪان هئا سي خالي ڪرائڻ ممڪن نہ هو بهرحال جيئن تيئن ڪري فلپ کي اِهو علائقو ڏيکاريو ويو جنهن جا سندس اچڻ ڪري ياڳ ڪليا ۽ اُتي ترقياتي ڪم شروع ٿيا. جنهن دوران اُها عمارت ٽوڙائي انکي چارديواري ڏياري وئي ۽ ان ۾ قطب مينار جهڙا ٿنڀ هنيا ويا ۽ ان ريت اِهو يادگار محفوظ بڻايو ويو.

هڪ ٻيو واقعو راڻي ايلزبيٿ جي حوالي سان مونکي ياد آهي جنهن ۾ آئون سڌوسنئون شريڪ هئس. آئون ”صديقي گلاس ٽريڊنگ“ جي شو روم ۾ شيشي جو ڪم ڪندو هئس. ايوب جي مارشل لا وارا ڏينهن هئا. هڪ ڏينهن مارشل لا واري جهنڊي سان هڪ گاڏي آئي جنهن مان ٽي چار بيگمات لٿيون. انهن مان هڪ منظور قادر جي والده هئي جڏهن تہ ٻئي هڪ جنرل جي زال هئي. اُتي گرلز گائيڊ جي نالي سان هڪ ادارو هو جنهن ۾ هو آيون هيون. هنن مونکي راڻي ايلزبيٿ جي هڪ تصوير ڏني تہ انجو فريم ٺاهي ڏيان. فريم تيار ٿيڻ جي ٽن چئن ڏينهن ڪانپوءِ هو آيون ۽ تصوير کڻي هليون ويون. ان ڏينهن ڪانپوءِ هو ملٽري پوليس سان گڏجي ٻيهر آيون ۽ ڇيائون تہ هنن جيڪا تصوير فريم لاءِ ڏني هئي سا اِها نہ هئي ڇاڪاڻ جو راڻيءَ طرفان ڏنل سمورين تصويرن تي سندس صحيح ٿيل هئي جيڪا انهيءَ فريم لڳل تصوير تي نہ هئي. مون کين ورائيو تہ مون کين سندن ئي ڏنل تصوير تي فريم هنيو آهي. ڇڱي موچاري دير تائين هُل هنگامو

ڪندي مونکي ڏمڪائڻ لڳيون. دڪان جو مالڪ صديقي صاحب پڻ ٻاهر نڪري آيو ۽ سندس چوڻ تي ٻه هنن ماٺ نه ڪئي ۽ آئون به پنهنجي ڳالهه تي اٽل رهيس. هڪ ڏينهن اسانجي دڪان جي مالڪ برٽش ڪائونسل کي خط لکيو ته گرلز گائيڊ جون عهديدار اسان تي الزام ڏرينديو اسانکي ڏمڪائي رهيون آهن ته برٽش ڪائونسل جي ورندي آئي ته اهو ڪجهه ٻين جاين تي پڻ ٿيو آهي جتي راڻي ايلزبيٿ جي صحيح ڪانسواءِ تصويرون اُماڻيون ويون آهن. انڪانپوءِ اُهي بيگمات ٻيهر نه آيون. اِهو واقعو ڪنهن به ريت وساري نٿو سگهان.

سوال: ڇا اوهانجي پنج سال لاهور ۾ رهڻ دوران انجمن ترقي پسند مصنفين جون به سرگرميون ٿينديون رهيون؟

جواب: حلقه اربابِ ذوق جون هفتيوار گڏجاڻيون ٿينديون هيون. آئون به انهن ۾ مستقل شرڪت ڪندو هئس. اُتي زرعي ترقياتي بينڪ ۾ ڪم ڪندڙ منهنجو ڪرچيءَ جو دوست ناصر محمود پڻ ايندو هو. هو پارٽيءَ سان لاڳاپي ۾ هو جيڪو مرڻ گهڙيءَ تائين رهيو. اِهو مارشل لا جو دور هو جنهن ۾ پارٽيءَ جون گهٽيون سرگرميون تهنه هيون پر ادب جي حوالي سان حلقه ارباب ذوق سرگرم هو. امام علي نازش جي پڻ اوڏانهن بدلي تي وئي هئي ۽ ساٿس پڻ لهه وچڙ ۾ هئس. اعزاز نذير پڻ اُتي ايندو هو جنهن سان ڪراچيءَ جي حوالي سان تعلق هو. اسماعيل يوسف جنهن بزمِ علم و دانش جو بنياد رکيو ۽ نيشنل ٿيٽر ۽ ٽريڊ يونين جي سرگرمين ۾ پڻ رهيو. پڻ اتي ايندو ويندو رهندو هو ان ريت اسان تن ڇڙن جو ٽولو ٺڄي ويو هو. پاڪ ٽي هائوس ۾ حلقه اربابِ ذوق جي سرگرمين ۾ شريڪ ٿيندو رهندو هئس. انهيءَ دوران نيشنل عوامي پارٽيءَ جي آفيس پڻ ويس ڇاڪاڻ جو آئون جتي به ويندو هئس سڀ کان پهرين پارٽي آفيس ڳولهي لهندو هئس. اُتي ويس ته لعل خان نالي

هڪ همراهہ اُتي ويٺو هو. اِهو ايوبي مارشل لا جو دور هو سو هُن مونکي سڃاڻڻ کان نابري واري ۽ هراسجي ويو. انهيءَ دور ۾ پارٽيءَ جي ڪنهن همراهہ سان ملڻ يا رابطو ڪرڻ انتهائي ڏکيو هو.

لوممبا جي قتل مهل بہ آئون لاهور ۾ هئس. ڪاپي ڏر وارن گڏجي ان جي خلاف هڪ وڏو شاهي احتجاجي جلوس ڪڍيو هو. ڪاظمي نالي هڪ شاگرد اڳواڻ انجي سرواڻي ڪري رهيو هو.

حسن ناصر جي شهادت مهل بہ آئون لاهور ۾ ئي هئس. مون اخبار ۾ ئي پڙهيو هو تہ ميجر اسحاق ان ڏس ۾ هڪ ڪيس داخل ڪيو آهي. اتفاق جي ڳالهہ آهي تہ مياڻي قبرستان جي گورڪن جو هڪ سترهن ارڙهن ورهين جو پٽ مون وٽ ڪم سکڻ ايندو هو. پهرين حسن ناصر متعلق خبر آئي تہ کيس گرفتار ڪيو ويو آهي ۽ پوءِ آيو تہ هُن آپگهات ڪري ڇڏيو آهي, اِهو قصو اڳتي وڌيو تہ پتو لڳو تہ کيس مياڻي قبرستان ۾ دفنايو ويو آهي ۽ جڏهن سندس والده آئي تہ قبر ڪشائي جي ڳالهہ هلي. حسن ناصر جي والده لاش ڏسندي ئي چيو تہ اِهو سندس پٽ ناهي. منهنجي ذهن ۾ آيو تہ ڇو نہ گورڪن جي پٽ, جيڪو مونوٽ ڪم سکڻ ٿو اچي, کان ڄاڻ وٺجي. ڇوڪري ٻڌايو تہ رات جو ٽين وڳي ڪجهہ ماڻهو آيا ۽ منهنجي والد سان ڪا ڳالهہ ٻولهہ ڪيائون. هُن موجب ايندڙ ڏينهن سندس والد کان هڪ ڳجهي قبر کوٽرائي وئي ۽ سندس وال موجب جنهن کي ماري دفنايو ويو هو تنهن جي قبر ڪنهن ٻئي هنڌ هئي ۽ ان قبر ۾ ڪو ٻيو لاش وڌو ويو هو.

سوال: ڇا تن ڏينهن ۾ اوهين پارٽيءَ ۾ ڪنهن سان لاڳاپي ۾ هئا؟

جواب: پارٽيءَ جي حوالي سان رڳو اعزاز نذير سان ملاقات ٿي ويندي هئي. عبدالله ملڪ سان بہ منهنجو رابطو ٿيو هو پر اُهو رابطو پارٽيءَ جي حوالي سان نہ هو پر هو اسانجي دڪان تي فريم ٺهرائڻ لاءِ آيو هو. اعزاز نذير مونکي ٻڌايو هو تہ عبدالله ملڪ ۽ سندس ڀاءُ رئوف

ملڪ پارٽيءَ جي پيپلز پبلشنگ هائوس تي قبضو ڪيو هو جنهنڪري پارٽيءَ ڪين ان ڪان ڏار ڪري ساڻن تعلق ختم ڪري ڇڏيو هو. عبدالله ملڪ اسانجي دڪان تان شيشا ۽ فريم ورتا هئا ۽ مونکي پنهنجي گهر اچڻ جي نينڊ ڏني هئائين. هو مونکي پنهنجي نئين گهر جي هرڪا شئي ڏيکارڻ لڳو. ڪيس منهنجي پارٽيءَ سان لاڳاپي جو پتو هو انڪري انهيءَ ڏس ۾ ڪابہ ڳالهہ ٻولهہ نہ ڪيائين. سندس ياءَ پڻ پبلشنگ هائوس تي ويهندو هو پر ساڻس منهنجي ڪا ڏيٺ ويٺ نہ هئي. آئون 1962 تائين لاهور ۾ رهيس جنهن ڪانپوءِ ڪراچي موٽي آيس.

سوال: ڇا ان دوران ٻين سياسي پارٽين جون پڻ ڪي سرگرميون ٿينديون هيون؟

جواب: ميان افتخارالدين جي گذاري وڃڻ تي موچي دروازي تي هڪ وڏو شاهي جلسو ٿيو هو جنهن ۾ آئون پڻ ويو هئس. انهيءَ جلسي ۾ مشتاق احمد گورماڻي ۽ راجا غضنفر علي پڻ شريڪ ٿيا هئا. ان ۾ احمد نديم قاسمي هڪ غزل پڙهيو هو:

*عمر بھر سنگ زنی کرتے رہے اہلِ وطن*
*یہ اور بات کہ دفنائیں گے اعزاز کے ساتھ*

سوال : مارشل لا حڪومت طرفان امروز ڊيلي ٽائيمز ۽ ليل و نهار تي قبضي متعلق اوهانجون ڪي ساروڻيون آهن؟

جواب : اُن وقت بہ آئون لاهور ۾ ئي هئس. اخبار تہ روزانو پڙهندو هئس پر 1959 ۾ اخبارن تي قبضي ڪانپوءِ انهن جا وهنوار گهٽي ياڳي تبديل ڪيا ويا. امروز ۾ تہ پراڻو وهنوار برقرار رهيو پر بہ نوان همراهہ آيا. انهيءَ دوران ظهير بابر سان منهنجي هڪ اڌ ملاقات ٿي پر هو ايترو تہ هراسيل هو جو ڪنهن بہ قسم جي سياسي ڳالهہ ٻولهہ ڪان ڪن تار ٿي ڪيائين. ڪجهہ همراهن ڪي ايوبي

حڪومت ڪڍي ڇڏيو هو جڏهن ته ڪي پنهنجي مرضيءَ سان
اُتي ڪم ڪندا رهيا.
پيپلز پبلشنگ هائوس پرسان هڪ رستو هو "نسبت روڊ"، ان تي موجود ديال سنگهه لائبرريءَ ۾ آئون ڪتاب وغيره پڙهندو هئس. انجي اوسي پاسي سموسن، پڪوڙن ۽ ڪباب وڪرو ندڙن جا گاڏا پڻ هوندا هئا. هڪ ڏينهن پتو لڳو ته پروگريسو پيپرز مان ڪڍيل صحافي اُتي پڪوڙا ۽ سموسا وڪڻڻ لڳا هئا پر حڪومت کين اُتي ويهڻ نه ڏنو بهرحال تن ڏينهن ۾اها وڏي خبر هئي ته صحافين پنهنجي اخبارن ۾ ڪم ڪرڻ کان نابري واري پنهنجي لاءِ نئين ڌنڌي ڌاڙيءَ جي چونڊ ڪئي آهي.

—

## ٨

## 1964 کان 1968 تائين

## اچرو ڪراچي، بمبئي ۽ چين نوازي

سوال: لاهور جي حوالي سان اوهان ڪنهن عورت جو ذڪر پئي ڪيو ان واقعي بابت ڪجهه ٻڌايو؟

جواب: لاهور ۾ جنهن گهر ۾ رهندا هئاسين سو رستم اسٽريٽ تي هو. اسانجي گهر ڀرسان هڪ کوهه هو جيڪو سڄي پاڙي جي گهرج پوري ڪندو هو. اسانجي پاڙي ۾ هڪ عيسائي نرس پنهنجي پوڙهي ماءُ سان گڏ رهندي هئي ۽ گلاب ديوي اسپتال ۾ ڪم ڪندي هئي. انهيءَ نرس جو اسانجي گهر اچڻ وڃڻ هو هوءَ منهنجي زال سانگهڻو هجائتي هئي، منهنجي ٻارن جو گهڻو خيال رکندي هئي. هڪ ڏينهن صبح سوير اسانجي گهٽيءَ ۾ هُل هنگامو ٿين لڳو. ٻاهر جهاتي پائي ڏٺم ته نرس جي مسواڙ واري گهر ٻاهران مالڪ مڪان جي ڏيءَ کوهه وٽ دانهون ڪوڪون ڪري رهي هئي. نرس روزانو صبح سوير پنهنجي بالٽي ڪٽي اچي انتظار ڪندي هئي ته ڪو مسلمان اچي سندس بالٽي ڀري ڏئي. ان ڏينهن چڱي موچاري دير تائين ڪو مسلمان نه آيو ته هُن پنهنجي سر ئي کوهه مان پاڻي ڇڪي ورتو جنهن تي اُها ڇوڪري دانهي رهي هئي ته کوهه ناپاڪ ٿي ويو آهي جنهن کي پاڪ ڪرڻو پوندو. اِهو سمورو هل هنگامو ڏسي نرس به ڪاوڙجي پئي ۽ چوڻ لڳي ته

جڏهن فلاڻي جي والده بيمار ٿي هئي ته هُن ٿي سندس ٿهل ٽڪور ۽ دوا درمل ڪئي هئي. اُن وقت ته ڪنهن کي به پاڪ ناپاڪ وارا پور نه پيا هئا. انهيءَ واقعي ڪانپوءِ اِها نرس پاڙو ئي ڇڏي وئي. اچري جي نالي سان مشهور انهيءَ پاڙي ۾ جيڪو انتهائي مذي خارج سوچ ۽ ڳوناٽي نوعيت جو وهنوار هو. انهيءَ نرس سان اسانجو لڳ لاڳاپو سندس لڏي وڃڻ ڪانپوءِ به رهيو. انهيءَ واقعي جو منهنجي ذهن تي تمام گهڻو اثر پيو هو.

شروعات ۾ اسين لاهور جي بلال اسٽريٽ تي رهياسين. اِهو اهڙو پاڙو هو جنهن جي رهواسين جي پنهنجائپ ڪڏهن به وساري نٿو سگهان. بيڊن روڊ تي حڪيم بٽ جو دڪان هو جنهن جون ڏيئرون سڄو ڏينهن منهنجي وڏي پٽ ناظر جي سارسنڀال پيون لهنديون هيون. اسانجي پاسي ۾ هڪ بٽ صاحب رهندو هو جيڪو ريلوي ورڪشاپ مغلپوري ۾ ڪم ڪندو هو. سندس وڏو پٽ جيڪو پڙهيل ڳڙهيل هو مون زرعي بينڪ ۾ لڳرايو جڏهن ته سندس ننڍو پٽ مونسان گڏ ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو هو. انهن سمورن سان لاهور ۾ منهنجي پهنجائپ رهي ۽ ڪڏهن به اِهو احساس نه ٿيم ته ڪو آئون ٻئي ملڪ مان آيل ۽ ڪنهن ڌار قوميت جو آهيان. اچري جي ان گهٽيءَ ۾ جتي اسان پنج سال گذاريا. ڪنڊ تي سيڌي سامان جو هڪ دڪان هو. اسانکي جڏهن به ڪنهن گهر وانگر ڳولهڻ ۾ ڪنهن واهر جي گهرج هوندي هئي ته غلام رسول سدائين اڳڀرو هوندو هو. مونسان ملڻ واسطي اينڊڙ هرڪو ڪانئس ئي منهنجي پڇا ڪندو هو. هو مونکي "پيا" سڏيندو هو. پنجاب ۾ اڙدو ڳالهائيندڙن کي پيا ئي سڏيو ويو جڏهن ته بمبئي ۾ پيا نوڪري مٿي تي رکي سامان سڙو کڻندڙ حماليءَ کي پيا سڏيو ويندو هو. جيڪڏهن ڪنهن مزدور جي گهرج هوندي هئي ته چيو ويندو هو ته "پيا" کي سڏيو.

سوال: منهنجو خيال آهي تہ غريب طبقن ۾ انسان دوستي وڌيڪ هجي ٿي، هو جلدي رُلي ملي ويندا آهن ۽ هڪٻئي جي واهر لاءِ سدائين اڳيرا هوندا آهن.

جواب: مونکي ايوب خان جي مارشل لا جو اُهو وقت بہ ياد آهي جڏهن هڪ کليل موٽرڪار ۾ ايوب خان سان گڏ پنڊت نهرو بہ شهر جي رستن تي نڪتو هو. آئون نهرو جو احترام ڪندو هئس انڪري غير شعوري طور تي سندس آدرياءَ لاءِ هٿ اُپو ڪيم تہ منهنجي اوسي پاسي وارا ماڻهو اچرج ۾ وٺجي ويا. انڪانسواءِ لوممبا جي قتل تي پڻ هڪ شاگرد اڳواڻ جي سرواڻيءَ ۾ هڪ وڏو شاهي احتجاج ٿيو هو سو بہ ياد اٿم.

سوال: لاهور کان موٽي ڪراچي ڇو آيا؟

جواب: منهنجو پنجن سالن جو معاهدو هو جيڪو پورو ٿي ويو هو. ڪراچيءَ ۾ اوستائين حالتون تبديل ٿي چڪيون هيون ۽ مونکي پنهنجي گهر ڀاتين سان گڏ رهڻو هو. جتي اڳي ڪم ڪندو هئس، اُتيئي وڌيڪ مراعتن ۽ سهولتن سان ٻيهر ڪم ملي ويو. انهيءَ نوڪري ۽ سهولت ڪري پنهنجو گهر جوڙي ورتم. هتي اچي ڪامريڊن سان لهہ وچڙ پڻ وڌي. ايوب خان جي حڪومت دوران محمودالحق عثماني چونڊن ۾ پڻ بيٺو هو مون وٽس 1962 کان 1965 تائين نوڪري پڻ ڪئي. منهنجي زندگيءَ ۾ هڪ وڏو موڙ آيو جڏهن 1964 جي پڇاڙ ۾ بمبئي ويس.

سوال: ايوب خان جي چونڊن کانپوءِ ٿيل هنگامن دوران اوهين هتي نہ هئا؟

جواب: اُن وقت آئون هتي ئي هئس. آئون ٽن مهينن جي ويزا تي بمبئي ويو هئس ۽ منهنجي موٽڻ واري ڏينهن ئي گوهر ايوب هنگامو ڪرايو هو. ايوب خان هر سياسي پارٽيءَ تي پابندي مڙهي هئي. روس- چين تڪرار جي شروعات ٿي چڪي هئي ۽ هتي بہ پارٽيءَ جا بہ ڌڙا ٿي ويا هئا. روس طرفان 1965 واري لڙائي جي مخالفت

ڪرڻ ڪانپوءِ اِهي ڏرا ٿيا هئا. اُن وقت پٽيل پارڪ ۾ جنهن کي هاڻ نشتر پارڪ ٿو سڏجي، حڪومت پنهنجي حمائت ۾ جلسو ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي. اُتي انيس هاشمي نيشنل عوامي پارٽيءَ طرفان تقرير ڪرڻ لاءِ آيو هو. سندس پهريون جملو اهو هو ته انهيءَ لڙائي کي هڪ ٻئي نقطي نظر سان پڻ ڏسڻ گهرجي ته ان ۾ ڪهڙيون عالمي طاقتون شامل آهن. جڏهن ڏنائون ته هو تقرير ۾ هندستان کي ننديڻ کان پرهيز پيو ڪري ته کيس تقرير ڪرڻ کان روڪي ڇڏيائون. انڪانپوءِ ته ايوب خان خلاف سياسي تحريڪ جو جڻ ته هڪ سلسلو شروع ٿي ويو هو.

بمبئي وڃڻ کان اڳ تائين پارٽيءَ سان لاڳاپو نظرياتي سوچ جي هڪ مخصوص حد تائين هو. جڏهن بمبئي ڇڏيو هئم ته ريڊ فليگ هال ۾ رهندڙ ڪيفي اعظمي، علي سردار جعفري ۽ ٻين ڪامريڊن سان لاڳاپي ۾ هئس. هڪ ورڪشاپ ۾ ڪم ڪندڙ شيلندر کي جڏهن راج ڪپور هڪ مشاعري ۾ ٻڌو ته کيس فلمي گانا لکڻ جي آڇ ڪيائين ته هُن وراڻيو هو ته هو پورهيتن لاءِ ئي لکندو. ساڳيو ئي حال مجروح سلطانپوريءَ جو هو. ان وقت سندن شاعري پارٽيءَ جي طبقاتي سوچ سان ٽمٽار هئي جنهن ۾ ناهه نوڙ جو اولڙو ئي نه هو.

منهنجو خيال آهي ته بمبئي وڃڻ ڪانپوءِ علي سردار جعفري هڪ بهترين فليٽ ۾ منتقل ٿي ويو هو ڪيس هندستاني حڪومت جي سرپرستي پڻ حاصل هئي. هُن "گیارہ ہزار لڑکیاں" جي سري سان هڪ فلم پڻ ٺاهي هئي جنهن لاءِ مجروح گيت لکيا هئا پر اها فلم ڪامياب نه ٿي. ڪميونسٽن پنهنجي فلمن لاءِ جڏهن به لکيو سي ته ڪامياب نه ٿيون پر جڏهن ٻين کي ڪماٽيون ۾ گيت لکي ڏنائون ته انهن فلمن سلور ۽ گولڊن جوبليون ڪيون. ڪيفي اعظميءَ سان ملڻ ويس ته هو تن ڏينهن ۾ سمنڊ ڪناري هڪ

جهڳيءَ ۾ رهندو هو. خواجا احمد عباس جوهو کان لنگهندڙ هڪ روڊ تي بنگلي ۾ ٽانيڪو هو. هاڻ اُتي اُها صورتحال نہ هئي جيڪا مون ڇارهن ورهيہ اڳ ڇڏي هئي. مون اتي فيصلو ڪيو تہ ڪراچي موٽي پنهنجو ڪم شروع ڪندس. مونکي اعتماد هو تہ مارڪس جي تعليم مونکي طبقاتي ڪردار تبديل ڪرڻ جو رستو پڻ ڄاڻايو آهي. مونسان گڏ ٻيا بہ هئا جن کي مون ڪم سيکاريو هو. اسان ڇئني نوڪري ڇڏي پنهنجو ڪاروبار شروع ڪيو. اِهو ڪم پنهنجي گهر کان شروع ڪيم. پوءِ مسواڙ تي گهر بہ ورتم تہ دڪان پڻ. ان ريت منهنجو ڪم اڳتي وڌندو رهيو. اسان ڇئني ڪمن جي ورچ ڪئي ۽ ڪاروبار کي اڳتي وڌايو سين، جنهن ۾ چڱو موچارو ڪمايوسين. انهيءَ عرصي ۾ سياسي سرگرميون نہ ڇڏيم ۽ پارٽيءَ سان لاڳاپي ۾ رهيس.

پارٽيءَ ۾ ٽوڙ ڦوڙ ٿيڻ وارن ڏينهن ۾ انيس هاشمي پنهنجي آفيس ۾ هفتيوار گڏجاڻيون رکندو هو جن ۾ اِها ڳالهہ پڻ ويچار هيٺ آئي تہ نيشنل عوامي پارٽيءَ تي ڪنهن جو قبضو ٿيندو؟ چين نواز ڌڙي جو يا روس نواز ڌڙي جو؟ حتمي گڏجاڻيءَ ۾ پارٽيءَ پنجاب مان ٽي ڄڻا اُماڻيا تہ سندن نگرانيءَ ۾ چونڊون ٿين. اُتي اُهي ٻئي ڌڙا پاڻ ۾ هٿين پئجي ويا جنهن دوران نواز بٽ کي ڌڪ لڳا. انهيءَ جهيڙي ڪانپوءِ سخت گير موقف ختم ٿيڻ بدران پارٽيءَ ۾ وڏيڪ ڏڦير پيو.

سوال: چين نواز ڌڙي ۾ اهم ماڻهو ڪير هئا؟

جواب: چين نواز ڌڙي ۾ معراج محمد خان، رشيد حسن خان، زين الدين خان، سندس گهرواري، سميع داد خان هئا. چين نواز ڌڙي وارا انتهائي پرتشدد قسم جا انقلابي هئا. سوشلسٽ فورم جي اهڙين ئي گڏجاڻين مان هڪ ۾ چيو ويو تہ اسانکي يحيٰ خان جي پٺڀرائي ڪرڻ گهرجي جنهن چين جو امريڪا سان ناتہ ڪرايو آهي ۽ اِها ڳالهہ پڻ ڪئي وئي تہ دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾

فوج ڪميونسٽ انقلاب برپا ڪيو آهي. سعيد رضا سعيد ۽ مون انهيءَ ڳالهه جي مخالفت ڪئي تہ معاشرو ڪڏهن بہ مصنوعي طريقي سان اقتدار تي قبضي ڪرڻ سان اڳتي نٿو وڌي سگهي. اِهو بحث مباحثو ڊگهو عرصو هليو. انهيءَ ۾ خامي اِها هئي تہ ان ذريعي معاشري ۽ تحريڪن ۾ ڪي ٽورا ماٽهوئي فيصلو ڪن ٿا. ڪراچيءَ جي پارٽيءَ تي چين نواز ڌڙو حاوي هو ڇاڪاڻ جو ڪين اسٽيبلشمنٽ جي پٺيرائي حاصل ٿي چڪي هئي. اِهو بنهہ ايئن ئي هو جهڙي ريت هندستان ۾ روس نواز ڌڙي کي نهرو جي پٺيرائي حاصل هئي. انهيءَ دوران ٻن ٽن ورهين تائين جيئن تہ روس نواز ڌڙو ڪلئي ريت پنهنجون سرگرميون نہ پڌي ڪري سگهيو سو آئون بہ لالو کيت ۾ چين نواز ڌڙي سان لاڳاپجي ويس جيڪو انهن ڏينهن ۾ تمام گهڻو سرگرم هو.

—

٩

1968_1969

# چيني – روسي ڦڏو عوامي ليگ ۽ نعپ

سوال: 1968 جو دور روسي چيني ڦڏو ۽ اڳتي هلي 1970 وارين عام چونڊن جي وچ ۾ ڪهڙا واقعا پيش آيا؟ ۽ اوير پاڪستان جي ڏار ٿيڻ تي پنهنجا ويچار ونڊيو؟

جواب: اِهي سمورا موضوع هڪٻئي سان ڳنڊيل آهن ۽ انهن کي ڏار ڏار نٿو ڪري سگهجي. 1970 واريون عام چونڊون، روس چين ڦڏو ۽ پارٽين ۾ ان دوران جيڪي ڪجهه وهيو واپريو، چونڊن تي انهن جي اثرن، ڪاڀي ڏر جي تحريڪ تي نجي اثرن ۽ مجموعي طور تي پاڪستان تي انجي اثرن وارا موضوع اهڙي ريت هڪٻئي سان ڳنڊيل آهن جو جيڪڏهن روس ۽ چين وچ ۾ اختلافن ڪان ٿيندي پاڪستان جي عام چونڊن وارن ڏينهن تي ايندا سين تہ ان ڪان اڳ ۾ اِهو پسمنظر ذهن ۾ واضح هئڻ گهرجي. ايوب خان جي صدارت تان هٽڻ ڪانپوءِ روس چين اختلافن ۾ تيزي اچي وئي هئي پر جيئن تہ آئون 1968 ڪان اڳيئي تحريڪ سان لاڳاپيل هئس سو اِهي اختلاف پنهنجي بمبئي وارن ڏينهن ڪان ڏسندو پئي آيس. جيتوڻيڪ تن ڏينهن ۾ منهنجي ڄمار فقط ارڙهن ويهہ ورهيہ هئي ۽ آئون هئس بہ ڪارڪنن جي پوئين قطار ۾ پر ان هوندي بہ انهن

اختلافن جي گرماگرمي پروڙي چڪو هئس. آئون روس ۽ چين اختلافن جو ذڪر فقط پاڪستان جي حوالي سان ئي نہ ڪندس. انهيءَ بحث مباحثي ۾ آئون تمام گهڻو شريڪ رهيو آهيان. چين سان منهنجي ٻالڪپڻي ڪان وٺي وابستگي رهي آهي. انهيءَ ڏس ۾ مونکي پنهنجي ٻالڪپڻي جو هڪ واقعو ٿو ياد اچي. بمبئي واري اسانجي علائقي ۾ نل مارڪيٽ جي نالي سان هڪ وڏي شاهي بازار هئي، جتي هر قسم جو سامان سستو ملندو هو. انهيءَ بازار جي مرڪزي دروازي تي چيني عورتون ويهنديون هيون. انهن چيني عورتن جا پير تمام گهڻا ننڍڙا هوندا هئا ۽ گهرن ۾ سينگهار لاءِ ڪاغذ جا فانوس ٺاهينديون هيون. هو مقامي ٻولي ئي ڳالهائينديون هيون. هڪ ڏينهن ڪانئن ڪو سامان سستو وٺڻ ويس تہ اچرج مان پڇيو هئم تہ سندن پير ايترا ننڍڙا ڇو آهن. انهيءَ چيني عورت مونکي ٻڌايو هو تہ ان قسم جا پير وڏن سونهن جي نشاني سمجهيا ويندا آهن، سو ڇهن پنجن ورهين جي ڄمار کي لوهي جوتا پهرايا ويندا آهن جن سان پيرن باقي جسم تہ وڌندو ويجهندو آهي پر پير ننڍڙا ئي رهندا آهن. اِها منهنجي لاءِ اچرج واري ڳالھ هئي. جڏهن شعور آيم تہ ان بابت پڙهڻ تي پتو لڳو تہ عورتن کي ٽولھ کان بچائڻ ۽ کين گهر اندر واڙڻ لاءِ اِهي جوتا پهرايا ويندا هئا. سو چينين سان منهنجو شروعاتي لاڳاپو ان ريت ٻڌيو.

ٻيو لاڳاپو اِهو هو جو بمبئي جي هڪ ڳاڙهي بازار واري علائقي ۾ چينين جي پڻ هڪ مخصوص ايراضي هئي جتي شراب ۽ جوا جا اڏا هئا. انهن گهٽين جو سعادت حسن منٽو پنهنجي ڪهاڻين ۾ ذڪر ڪيو آهي. مون چين ۾ ڪميونسٽ حڪومت قائم ٿيڻ کان اڳ پرل ايس بڪ جو ناول "گد ارٿ" پڙهيو هو جيڪو چين تي جاپاني حملي بابت هو. ترقي پسند ۽ قومپرست خواجا احمد عباس جي فلم "ڈاکٹر کوٹنس کی امر کہانی" ۾ چين تي جاپانين جي

اڳرائي ۾ ان دوران ٿيندڙ تشدد کي ڏيکاريو ويو هو. انهن ڏينهن ۾ ڪانگريس هندستان مان هڪ وفد اُماڻيو هو جنهن مهاراشٽر جو ڊاڪٽر ڪوٽنس پڻ شامل هو. هُن اُتي فوجين جي مدد تي ڪئي ۾ اڳتي هلي اُتان جي هڪ نرس سان وهان پڻ ڪيائين. انهيءَ فلم مونکي انتهائي متاثر ڪيو هو. ڪميونسٽ پارٽيءَ کان اڳ چين ۾ قومپرست تحريڪون هيون. سو ان ريت اُتان جو سرسري خاڪو ۽ پسمنظر بالڪل ڪان ئي منهنجي ذهن ۾ هو.

ٻين مهاڀاري لڙائي جي خاتمي ڪانپوءِ بمبئي ۾ جيڪي بغاوتون ٿيون هيون، انهن ڏينهن ۾ چيني پارٽي ۽ خود ملڪ بابت مون ڪيترائي پمفليٽ پڙهيا هئا. ان ڏس ۾ پهريون پمفليٽ اسٽالين جو پڙهيو هئم جيڪو چيني انقلاب جي مسئلي تي هو ۽ ساحر لڌيانويءَ انجو اڙدو ۾ ترجمو ڪيو هو. ان مان اِها ڳالهه پڌري ٿي سامهون آئي تہ چين ۾ هلندڙ ڪميونسٽ تحريڪ قومپرست تحريڪ کان ڌار آهي. ”انقلابِ چین کے مسائل“ ۾ اسٽالين انهن سمورن الزامن جو ذڪر ڪيو هو جيڪي عالمي ڪميونسٽ تحريڪ طرفان چين تي ڌريا تي ويا. 1945 کانپوءِ جڏهن اوير يورپ ۾ ڪميونسٽ حڪومتون قائم ٿيون تہ اُتان عالمي ڪميونسٽ تنظيم جي اخبار ”ڪومنتران“ (Comintern) شائع ٿيڻ لڳي، جنهن جا مضمون اڙدو ۾ ترجمو ٿي شائع ٿيندا هئا جن تي شديد بحث مباحثو ٿيندو هو. چين ۾ ڪميونسٽ حڪومت قائم ٿيڻ کان اڳ منهنجي ذهن ۾ اهي سموريون ڳالهيون هيون. عالمي ڪميونسٽ تحريڪ مائوزي تنگ تي اعتراض واريندي هئي هو مارڪسزم کان پريرو ٿي ويو آهي. اسٽالين پنهنجي مضمون ۾ چين ۽ مائو جي مڪمل پٺڀرائي ڪئي. چين ۽ روس جي اختلافن کان اڳ يورپ جي ڪميونسٽ پارٽين جو نظرياتي اختلاف هو. 1948 ۾ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا جي ڪوٽايل ڪانگريس ۾ اِها ڳالهه بنهہ چٽي ريت سامهون آئي.

بي ٿي رندوي جو چورڻ هو تہ اسين انقلاب جي ڏگ تي اچي ويا آهيون ۽ اسانکي وقت زيان ڪرڻ ڪانسواءِ انقلاب جي تياري ڪرڻ گهرجي. هُن هڙتالون ۽ مظاهرا ڪرايا جن وگهي تمام گهڻو نقصان پڻ ٿيو. ڪيترائي ماڻهو پارٽي ڇڏي ويا. 1948 ڪانپوءِ اِها صورتحال سامهون آئي جو پارٽيءَ تي چيني نظرين جو غلبو ٿي ويو جنهن ڪانپوءِ پي سي جوشيءَ کي هٽايو ويو. سمورين ذيلي تنظيمون جهڙوڪ ثقافتي ۽ ٽريڊ يونين واريون ڪميونسٽ تحريڪ جوئي حصو هيون ڇاڪان جو ڪميونسٽ تحريڪ جو بنيادي اصول اِهو آهي تہ انهن سڀني جي ڪميونسٽ پارٽيءَ ڪان ڏار ڪابہ حيثيت ناهي. ادبي تنظيمون پڻ جيڪڏهن ترقي پسند آهن ۽ مارڪس جي نظرئي جون پيروڪار آهن تہ اِهي ڪميونسٽ پارٽيءَ ڪان ڏار ناهن. ان وقت جي اهڙين سمورين تنظيمن، جهڙوڪ انڊو سوويت ڪلچرل ايسوسئيشن، انڊين پيپلز ٿيٽر، انجمن ترقي پسند مصنفين کي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو زيلي محاذ ئي ليکيو ويندو هو. سو انکانپوءِ سمورين تنظيمن کي نقصان رسيو. 26 جنوري 1950 تي هندستان جو آئين لاڳو ٿيڻ واري ڏيهاڙي کي هندستاني ڪميونسٽ پارٽيءَ يومِ جمهوريا بدران ڪارو ڏينهن قرار ڏنو ۽ ان خلاف هڪ جلوس پڻ ڪڍيو. اُتي بہ ميدان آهن هڪ لال باغ جو ميدان سڏبو آهي تہ ٻو ڪامگار ميدان. اُتي اڪثر مل مزدورن جا جلسا ٿيندا هئا. انڪري اُتان هڪ جلوس ڪڍيو ويو جنهن ۾ انڊين پيپلز ٿيٽر، انجمن ترقي پسند مصنفين ۽ ٽريڊ يونين جا ڪارڪن تہ هئا پر عام عوام نہ هو. پوليس سان ٽيل ٽڪراءُ ۾ انڊين پيپلز ٿيٽر سان تعلق رکندڙ اديب ۽ صحافي مغنيءَ جو ياءُ پڻ مارجي ويو. حبيب تنوير پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ پڻ ڪيترن ئي اهڙن واقعن جو ذڪر ڪيو آهي.

پارٽيءَ سان منهنجو باقاعدي تعلق 1948 کانپوءِ ٿيو هو اُن وقت ننڍي چمار هئڻ ڪري آئون همدرد جي حيثيت ۾ پارٽيءَ سان لاڳاپيل هئس. روس ۽ چين جي حوالي سان منهنجو مشاهدو اِهو آهي تہ اِهي اختلاف 1949 ۽ 1950 ۾ انتهائي شديد ٿي ويا. 1949 ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ هندستان ۾ ريلوي جي ملڪي سطح واري هڙتال جو سڏ ڏنو جيڪو ناڪام ٿي ويو. انهيءَ هڙتال بابت انجمن ترقي پسند مصنفين جي شاعرن کان نظم پڻ لکرايا ويا. جن مان نياز حيدر جي هڪ نظم جا ڪجهہ بند تہ مونکي اڃان تائين ياد آهن:

تيس مار خان نے کر دیا ہے کمال
داداگیری سے توڑ دی ہے ہڑتال
آہنی کھمبوں سے کیا ہوگا
ہشت ان گولیوں سے کیا ہوگا

ملڪي سطح واري تحريڪ ۽ هڙتال دوران مختلف صوبن ۾ مختلف واقعا پيش آيا پر بمبئي جيل ۾ قيدين کي ڇيو ويو تہ ناسڪ ۽ سابرمتي جيلن ۾ انتظاميا سان ٽڪراءُ ۾ اڃڻو آهي، جنهن ۾ بہ ڪامريڊ مارجي پڻ ويا. ان تي نياز حيدر جو هڪ شعر هو:

گجرات کے ویر جینتی اور مودی
نظر پھر جنہیں دیکھنا چاہتی ہے

ناسڪ جيل ۾ پڻ ساڳي صورتحال هئي. اُن وقت پارٽيءَ ۾ بہ ڌڙا سامهون اچي چڪا هئا جن مان هڪ انتها پسند ۽ ٻيو جمهوريت پسند هو. چين تي شاعري پڻ ڪرائي وئي، انهن مان هڪ شيلندر جو مشهور گيت "رستہ چین کا" پڻ آهي. هت هڪ ڳالهہ غور ڪرڻ جوڳي آهي تہ چين جي انقلاب بابت تہ اِهو چوڻ ممڪن هو تہ ڪميونسٽ پارٽي اقتدار ۾ آئي آهي پر انهيءَ انقلاب ۾ فوج جو

وڏو عمل دخل هو ۽ اِها ڳالهه لڪائي به نه وئي هئي. تڏهوڪي سنڌن مونوگرام تي هڪ فوجي سپاهيءَ جي هٿ ۾ ڪنيل رائفل پڻ ڏسي سگهجي ٿي. انهيءَ سموري صورتحال ڪانپوءِ پارٽيءَ ۾ بحث مباحثو هليو ته پارٽيءَ مان بي ٽي رنڌوي کي هٽايو ويو. هر صوبي جي ڌار ڌار صورتحال هئي ۽ هر ڪنهن ڌار ڌار ٿي سوچيو. انهن ئي ڏينهن ۾ چين مان هڪ خط پڻ آيو جنهن ۾ چٽن لفظن ۾ لکيل هو ته نهرو هندستان جو چيانگ ڪائي شيڪ آهي. انتي پڻ وڏو بحث اُٿيو. روس ۽ چين جي اختلاف تي اوهان منهنجي راءِ جو پڇيو آهي سو ايترو ضرور چوندس ته انهيءَ موضوع تي منهنجي تن ڏينهن ۾ چڱي موچاري تربيت ٿيل آهي. انهيءَ دوران عارضي طور تي پي سي جوشيءَ کي بحال ڪيو ويو ۽ حتمي فيصلي کان پوءِ اجي ڪمار گهوش کي آٿي انهيءَ عهدي تي ويهاريو ويو. اِهو فيلو ٿيو ته بي ٽي رنڌوي جي طئي ڪيل طريقي سان انقلاب نه ايندو پر برطانيا سان تعلق رکندڙ رجني پام دت جي چاڻايل جمهوري واٽ تي هلي انقلاب ايندو. تن ڏينهن ۾ چيني روسي اختلاف چٽي ريت سامهون نه آيا هئا پر پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ هتي جڏهن اِهي اختلاف سامهون آيا، اوستائين آئون سياست ۾ باقاعدگي سان شامل ٿي چڪو هئس ته اِها ڳالهه سمجهه ۾ آئي ته اِهو چوڻ ته روس مارڪس جي نظرين کان متاثر هو يا سنڌس حڪمت عملي لاڳو ڪيائين، انهيءَ سموري ۾ مارڪسزم، انجو فلسفو ۽ نظريا پنهنجي جاءِ تي پر جيڪڏهن نظرين کي عملي طور تي ڪنهن معاشري ۾ لاڳو ڪرڻ هجي ۽ انجو لاڀ گهربل هجي ته وقت ۽ ماڳ جي حوالي سان انجو انداز ۽ روپ بدلائڻو پوندو. روس ۽ چين تڪرار جي حوالي سان ايترو ضرور چوندس ته نهرو اهڙو انقلاب آڻي ئي نه پئي سگهيو ۽ نه ئي وري ڪانگريس جو اهڙو طبقاتي ڪردار هو جهڙو چين ۾ انقلاب آڻيندڙ

ڪميونسٽ پارٽيءَ جو. سوال اِهو ٿو سامهون اچي ته چين ۽ روس جون ڪميونسٽ تنظيمون ٻئي مارڪسزم جون پيروڪار هيون. اسٽالين تي به اِها ڳالهه ٽراٽسڪيءَ جي حوالي سان اُٿاري وئي ته هُن رڳو روس ۾ انقلاب آڻي عالمي ڪميونسٽ انقلاب سان غداري ڪئي اهي پر جڏهن ٻنهي ملڪن سان روس جي ناتن جي پيٽ ٽا ڪريون ته هندستان ۾ ته نيشنل بورجوا جمهوريت تحريڪ ۽ پرامن بقائي باهميءَ ذريعي پنجويهن ٽيهن سالن تائين قومي جمهوري ادارن کي اوسر ڏني ۽ روسي پٺڀرائيءَ سان هندستان کي اڳتي وڌايو. پر چين ۾ اهڙي صورتحال نه هئي، اُتي جمهوري تحريڪون هيون ئي ڪونه ۽ لانگ مارچ به انگريزي ڪو ويو جو مائو جي فوجن کي روس طرفان واهر حاصل ٿئي ۽ باقاعدي فوجي طريقي سان چين تي قبضو ڪيو وڃي. جڏهن باقاعدي فوجي طريقي سان ٻين مهاياري لڙائي ڪانپوءِ هنن پيشقدمي ڪئي ته ان ۾ روس جو جيڪو ڪردار آهي، جيترو مون پڙهيو آهي ۽ جيڪو بحث مباحثو ٿيو اُن موجب روس ٻين مهاياري لڙائي ۾ وڏو شاهي نقصان پرائڻ ڪانپوءِ به 1945 ڪانپوءِ چين جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڀرپور فوجي واهر ڪئي ۽ انهيءَ دوران چيانگ ڪائي شيڪ، سندس گهرواري ۽ سندن پارٽي امريڪا کي دانهيندا رهيا ته چين هٿن مان نڪري پيو پر امريڪا ان وقت اُن حيثيت ۾ نه هو جهڙي ريت روس هو. جيڪڏهن اسٽالين نه هجي ها ۽ روس جي مدد نه هجي ها ته چين ان مقام تي نه هجي ها جنهن تي اڄ آهي. اسٽالين سان منهنجي رڳو عقيدت ئي ناهي پر نظرياتي طور تي به پروڙيم ته اسٽالين نه رڳو چين ۾ فوجي انقلاب جي پٺڀرائي ڪئي پر هندستان ۾ نهرو جي جمهوري تحريڪ جي پڻ پٺڀرائي ڪندو رهيو انڪري اِهو چوڻ ته فلاڻي مارڪسزم کان انحراف ڪيو سو درست ناهي. مارڪس ته پاڻ جڏهن پنهنجو نظريو پيش ڪيو ۽

سندس گذاري وڃڻ کانپوءِ جيڪا ڪانفرنس ٿي ۽ يورپ ۾ روس ۾ جڏهن قومي حڪومتون قائم ٿيون ته انتي اينگلس چيو هو ته هن دور ۾ قومي حڪومتون قائم ٿيڻ ضروري آهي ۽ پورهيت نظرين جي عملي صورت ۾ لاڳو ٿيڻ مهل انهن ۾ ڪنهن حد تائين تبديلي اٽر آهي. جڏهن ڪان معاشرو وجود ۾ آيو آهي اِهو ٻن رخن ۾ وڌندو رهيو آهي، جنهن مان هڪ پاسو ته اڳتي تو وڌي جنهن سان سموري معاشري ڪي لاپ تو رسي نه ڪي ڪجهه فردن ڪي. جڏهن تبديل ٿيل معاشرو جڙيو ته پهرين ان تي ڪجهه ماڻهن قبضو ڪيو تڏهن اِهو ارتقائي عمل جو حصو هو پوءِ ٿيل صنعتي ترقيءَ واري عرصي ۾ مارڪس اِهو جس لهي ته هن پهريون پيروان ڏس ۾ چٽي ڳالهه ڪئي ته هڪ پاسي عالمي مالياتي ۽ سرمائيدار طاقتون آهن ته ٻئي پاسي ٿهڙي سگهه پئدا ٿي رهي آهي جيڪا سمورا وسيلا ۽ صنعتي ترقي عوام جي ترقي ۽ ڀلائي لاءِ ڪتب آڻيندي اِهو ڪتي ٻه نه چيو ويو ته ڪميونزم اچڻ کانپوءِ ئي دنيا ترقي ڪندي روسي انقلاب کان اڳ امريڪا ۽ ڪيترن ئي ملڪن ۾ صنعتي ترقي ۽ سرمائيداري چوٽ چڙهيل هئي. روس ۽ چين جا اختلاف عملي طور تي هندستان ۾ ان ريت لاڳو ٿيا جو اُهي ڪميونسٽ جن ليکيو ٿي ته فوجي انقلاب ذريعي اقتدار تي قبضو ڪري سگهجي ٿو تن ڪي پوئتي هٽڻو پيو ۽ نتيجي طور هندستان ۾ ٿيل عام چونڊن ۾ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا ڪانگريس کان پوءِ ٻيو نمبر وڏي پارٽيءَ جي صورت ۾ سامهون آئي. انهن چونڊن کانپوءِ آئون پاڪستان موٽي آيس ۽ پارٽي سرگرمين ۾ شامل ٿي ويس.

سوال: ڇا اوهين عوامي ليگ کان نيشنل عوامي پارٽيءَ ڏانهن آيا؟ اِهو به ٻڌايو ته اِهان جي ڪڏهن حسين شهيد سهرورديءَ سان ڪا ملاقات ٿي؟

جواب: سهروردي کي ڏنو ضرور هئم پر ساڻس ڪا سڌي سنئين ميل ملاقات نه رهي. 1957 ۾ نعپ ٺهڻ سان سياسي جدوجهد جو رستو کليو نه ته ان کا اڳ کاٻي ڌر جا ڪرڪن انتهائي هراسيل هئا. نعپ ٺهڻ سان ئي چين نواز کهاڻي شروع ٿي.

سوال: نعپ ٺهڻ کانپوءِ روسي چيني جهيڙو کهڙي ريت اڳتي وڌيو؟

جواب: عملي طور تي آئون ان ريت انهيءَ ۾ شامل هئس جو اعزاز نذير سان منهنجو تعلق هو. هو ٽريڊ يونين سان لاڳاپيل هو جڏهن ته تن ڏينهن ۾ پارٽي سرگرميون پڻ بند هيون. جڏهن لاهور ۾ رهندو هئس تڏهن به سندس اڪثر مون ڏانهن اچڻ ٿيندو هو. پوءِ جڏهن ڪراچي منتقل ٿيس ته هتي روس نواز ڪميونسٽ پارٽي عملي طور تي هئي ئي ڪونه. 1968 ۾ ايوب خان کانپوءِ سوشلسٽ فورم جي نالي سان انيس هاشميءَ جي هڪ آفيس هئي جنهن ۾ هفتيوار گڏجاڻين ۾ بحث مباحثو ٿيندو هو. لاهور جا ڪميونسٽ دوست جن ۾ عابد حسن منٽو ۽ سردار شوڪت شامل هئا, تمام گهڻو لکندا پڙهندا هئا, انجي اُبتڙ ڪراچي ۽ سنڌ جي ڪميونسٽ اڳواڻن ۾ لکڻ پڙهڻ جو لاڙو گهٽ پرو ڙيم. لاهور جي ڪميونسٽ پارٽيءَ ڪراچيءَ جي پارٽيءَ سان رابطو ڪري کين لاهور ۾ ٿيندڙ هڪ ڪانفرنس جي نينڊ ڏني جنهن ۾ پارٽيءَ جو ڍانچو ناهڻ جي ڳالهه ڪئي وئي. روس نواز ڪامريڊن جو لياقت آباد جي ڪارڪنن سان به ڪو رابطو نه هو. هو انتهائي بي عمل ٿي ويا هئا جڏهن ته ايوبي حڪومت جو پڻ گهڻو ٽٽو دٻاءُ روس نواز ڪامريڊن تي ئي هو. ٽريڊ يونين ۾ تڏهن ڪنيز فاطما سرگرم هئي جيڪا ڪي ايم سي ورڪرز يونين جي سيڪريٽري هئي. ڪنيز فاطما جو پياءُ, جيڪو گوجرانوالا ۾ سرگرم هو کي پڻ شامل ڪري ڪراچيءَ ۾ پارٽيءَ جو ڍانچو ٺاهيو ويو. ان ۾ ڪنيز فاطما, ظهير اختر, علاؤالدين عباسي, وحيد صديقي ۽ آئون شامل

هئاسين. انهيءَ دوران پتو لڳو تہ طفيل عباس اڳيئي ڪراچيءَ ۾ چين نواز ڌڙي جو تنظيمي ڍانچو ٺاهي رکيو آهي. انڪانپوءِ اِها ڳالهہ هُلي تہ نيشنل عوامي پارٽيءَ تي ڪنهن جو غلبو هوندو ان ڏس ۾ سوسلسٽ فورم جي هڪ گڏجاڻي گهرائي وئي جنهن ۾ پنجاب ۽ سرحد صوبي ڪان پڻ همراهہ آيل هئا. اِها گڏجاڻي ڪجهہ افراتفري ۽ ڏقير سبب نہ ٿي سگهي. انڪانپوءِ ڪراچيءَ ۾ ڪابہ گڏيل گڏجاڻي نہ ٿي.

جڏهن ڳالهہ اڳتي وڌي ۽ عملي جدوجهد بہ شروع ٿي تہ اُن وقت ايوب خان پنهنجي ڪنونشن ليگ ٺاهي چڪو هو انڪري ڪيس سياسي عمل جي ٿوري گهڻي رعائت ڏيڻي پئي. لاهور وڃڻ سان مونکي اِهو اندازو ٿيو تہ چين نواز گورهہ اسٽيبلشمنٽ جي انتهائي ويجهو آهي ۽ حڪومت ان ڏانهن هٿ هلڪو ٿي رکي. ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ 1970 وارين عام چونڊن جون تياريون سروع ٿي ويون. اوستائين ايوب خان جي جاءِ تي يحيٰ خان قتدار ۾ اچي چڪو هو. چونڊن جي چوپول دوران چين نواز گروهہ جو عابد منٽو لاهور مان آيو ۽ چيائين تہ اسانکي چونڊن ۾ حصو نہ وٺڻ گهرجي ڇاڪاڻ جو ان ڪانپوءِ ملڪ ڏقير جو شڪار ٿي ويندو. اِهي سموريون ڳالهيون ائون بہ ٿي ڏهاڪا اڳ بمبئي ۾ پڻ چونڊن متعلق ٻڌي چڪو هئس. مون گڏجاڻيءَ ۾ عابد حسن منٽو جي مخالفت ڪئي جڏهن تہ ان ۾ اسانجي سنگتين عبدالرحمان ملباري ۽ عباسيءَ منهنجو ساٿ ڏنو. ان دوران ڀاشانيءَ ڪي پڻ موڪليو ويو تہ هتان جي ڪاهي ڏر وارن ڪي تيار ڪري تہ هو چونڊن ۾ حصو نہ وٺن. مولانا ڀاشانيءَ چٽن لفظن ۾ چيو تہ جيڪڏهن چونڊون ٿيون تہ پاڪستان ٽٽي پوندو ۽ اسين ٽٽا چاهيون تہ ڪو پاڪستان ٽٽي. مولانا ڀاشانيءَ جي انهيءَ روپ ۾ مونکي پهريون ڀيرو پتو لڳو هو سو اوڏي مهل ئي نعپ ڀاشانيءَ تان

استعفا ڏئيڇڏيم. انکانپوءِ نعپ ولي گروپ ۾ شامل ٿيس. نعپ ولي عملي طور تي سرگرم نہ هئي. عملي طور تي چين نواز پارٽي ئي سرگرم هئي ڇاڪاڻ جو انکي اسٽيبلشمنٽ جي پنيرائي حاصل هئي. عام چونڊن ۾ لالو کيت مان قومي اسيمبليءَ جي ٽڪ تي محمودالحق عثماني اُميدوار هو جڏهن تہ صوبائي اسيمبليءَ لاءِ اُميدوار فيض علي نقوي هو. منهنجو ان وقت شيشي جو پنهنجو دڪان هو ۽ انهن ٻنهي اميدوارن جون گڏجاڻيون منهنجي دڪان تي ئي ٿينديون هيون. لالو کيت ۾ اسانجي باقاعدي چونڊ مهم جا نگران نواز بٽ، سليم اختر ۽ رياض الحسن هئا جڏهن تہ ان دوران عاليا امام پڻ تقريرون ڪيون. اسين چونڊن ۾ هارائي وياسين جڏهن تہ انهيءَ دوران منهنجي چين نواز گروھ سان وابستگي مڪمل طور تي ختم ٿي وئي.

هڪ انتهائي وڏو صدمو اوڏي مهل رسيم جڏهن پيو پيرو ۽ عابد حسن منٽو انهيءَ ٽولي ۾ شامل هو جنهن چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو. پهريون پيرو جڏهن هُن 1970 وارين عام چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو تہ انکانپوءِ منهنجي چين نواز ڌڙي کان عليحدگي ٿي وئي هئي. هو سمورا مخلص ۽ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو هئا پر سندن مصلحتن جو ڪين ئي پتو هوندو. آئون اِها ڳالهہ پروڙي چڪو هئس تہ اِهو چين نواز ڌڙي جي اسٽيبلشمنٽ سان ويجهڙائپ جو نتيجو هو. جڏهن هتان واري پارٽي ٽٽي پئي تہ مون اعزاز نذير کي چيو تہ پنهنجو پاڻ کي بچائڻ هاڻ انتهائي ڏکيو ٿي پيو آهي ڇاڪاڻ جو هتي پارٽيءَ جي اُها صورتحال نہ هئي جهڙي هندستان ۾ هئي، جنهن جون عوام ۾ پاڙون ڪتل هيون. هتي جيڪڏهن پورهيت تحريڪ ٻہ هلي تہ اُها ٻہ اشرافيا طرفان هلايل جهڙي ئي هوندي اِهي سمورا منهنجا ذاتي مشاهدا ۽ تجربا آهن جيڪا مون ڄاڻايا آهن.

—

۱۰

## 1970 کان 1972
## عام چونڊون، ڍاڪا ۾ هٿيار ڦٽا ڪرڻ ۽ سنڌي- مهاجر ڏڦير

سوال: 1970 وارين عام چونڊن جي حوالي سان پنهنجا ذاتي تجربا بيان ڪريو. 1969 ۾ ايوب خان استعفا ڏني ۽ جنرل يحيٰ اقتدار ۾ آيو. هُن اعلان ڪيو تہ في الحال سياسي سرگرمين تي پابندي رهندي جيڪا مناسب وقت تي هٽائي ويندي، جنهن کانپوءِ عام چونڊون ڪرايون وينديون جيڪي آئين جوڙيندڙ اسيمبليءَ لاءِ هونديون. مارچ 1970 کان سياسي سرگرمين تان پابندي هٽائي ويندي جڏهن تہ آڪٽوبر ۾ عام چونڊون ٿينديون جيڪي اوڀر پاڪستان ۾ آيل سوناميءَ سبب ملتوي ٿيون ۽ ڊسمبر مهيني ۾ ٿي سگهيون. 1970 ۾ ڪجھ اهم واقعا پيش آيا. ون يونٽ ٽٽو ۽ ماضيءَ وارا پراڻا چار صوبا بحال ٿيا جڏهن تہ بلوچستان کي پهريون ڀيرو صوبو بڻايو ويو. سانڪانپوءِ هُن مستقبل جو خاڪو پيش ڪيو تہ چونڊون ٿينديون ۽ انڪانپوءِ اسيمبليءَ جي ويهڪ ڪوٺائي ويندي، جنهن جي ڇهن مهينن اندر آئين تيار ڪرڻو پوندو. اِهو آئين صدر جي منظوريءَ سان لاڳو ٿيندو. ان سان گڏوگڏ صوبائي اسيمبلين جون چونڊون پڻ ٿينديون. عام چونڊون ٿيون جن ۾ عوامي ليگ واضح اڪثريت حاصل ڪئي پر اقتدار انجي حوالي

ڪرڻ بدران 25 مارچ تي فوجي آپريشن شروع ڪيو ويو جنهن جي نتيجي ۾ بنگال واسين جو هڪ وڏو انگ هندستان لڏي ويو. شيخ مجيب الرحمان کي گرفتار ڪري عوامي ليگ تي پابندي مڙهي وئي. انهيءَ دوران هندستان سندن واهر ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيو ۽ پوءِ لڙائي شروع ٿي وئي ۽ آخرڪار پاڪستان ٽٽي ويو. انهيءَ سموري پسمنظر ۾ اوهين ڪٿي هئا ۽ انهيءَ دور جي هڪ سياسي ڪارڪن جي حيثيت سان يا سياسي شعور رکندڙ فرد جي حيثيت سان اوهانجا ڪهڙا مشاهدا رهيا؟

جواب: جهڙي ريت اڳيئي ذڪر ڪري آيو آهيان تہ اِهو سمورو عرصو انهن سمورين سرگرمين ۾ عملي طور تي لاڳاپيل رهيس. 1970 وارين عام چونڊن کان اڳ منهنجي سوچ ۽ سرگرمين ۾ وڏي تبديلي اچي چڪي هئي. 1968 تائين ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ٻہ ڌڙا ٺجي چڪا هئا. روس نواز ڌڙو عملي طور تي پنجاب ۽ ٻين هنڌن تي ايترا سرگرم نہ هو جيترو چين نواز گروهہ هو ڇاڪاڻ جو کين سياسي سرپرستي حاصل هئي. انهيءَ دوران ڪراچيءَ جي عملي سرگرمين ۾ چين نواز ڌڙو وڌيڪ سرگرم هو جنهن ۾ معراج محمد خان، رشيد احمد لوڌي، طفيل عباس ۽ پي اءِ اي يونين وارا همراهہ شامل هئا. انهيءَ دوران جڏهن آئون لياقت آباد ۾ هئس تہ اُتي پراڻي وابستگي عوامي ليگ سان هئي، جتي سندن يونٽ ڪم ڪري رهيو هو. چين نواز ڌڙي جا پڻ ٻہ ڀاڱا ٿي ويا. جن مان هڪ جو تعلق پنجاب سان هو جنهن ۾ ڪنيز فاطما، سي آر اسلم، عابد منٽو ۽ ٻيا هئا، جڏهن تہ ٻئي گروهہ ۾ طفيل عباس، زين الدين خان وغيره هئا. آئون انهن سرگرمين ۾ عملي طور تي شريڪ هئس. سياسي سرگرميون بحال ٿيڻ کانپوءِ پارٽيءَ جي روسي ۽ چيني ڌڙن ۾ ڌڙي بندي واضح طور تي ٿي. سوشلسٽ فورم ۾ ان ڏس ۾ هڪ گڏجاڻي پڻ ٿي تہ ڪنهن ريت نعپ هڪ ٿي وڃي ۽ روس نواز ۽ چين نواز ڌڙا هڪ ٿي وڃن پر ڍير سبب اِها گڏجاڻي نہ ٿي

سگهي. چوندن مهل پتو لڳو ته ڪهڙي ڌڙي جا ڪهڙا سياسي نظريا آهن. چين نواز گروه جنهن سان آئون لاڳاپيل هئس، چوندن جو بائيڪاٽ ڪيو جڏهن ته روس نواز گروهه چوندن جي حق ۾ هو. ان کان ئي مون چين نواز گورهه تان استعفا ڏني ۽ پراڻي لاڳاپي جي بنياد تي روس نواز گروهه سان گڏجي چوندڻ مهم ۾ حصو ورتم. اِهو سمورو عرصو آئون هيٺين سطح تي سياسي سرگرمين سان لاڳاپيل رهيس ۽ مٿين سطح واريون سرگرميون ڏسندو رهيس. اُن وقت ۽ شروعات ڪانوني وڏي پئماني تي ملڪي سطح وارو تضاد اسٽيبلشمنٽ ۽ عوام وچ ۾ هو. اِهو تضاد واضح ٿي سامهون آيو چاڪاڻ جو اسٽيبلشمنٽ چوندون ملتوي ڪرائڻ ٿي چاهيون. مون چوندن کي ملتوي ڪرڻ کي غلط ٿي ليکيو پوءِ ان جو ڪهڙ به نتيجو سامهون اچي. مون سمجهيو ٿي ته ڪنهن به بينڪيتي ملڪ ۾ اُتان جي عوام جي تحرڪ واسطي تحريڪ ۽ سياسي شعور پئدا ڪرڻ لاءِ عام چوندون انتهائي ضروري آهن. اُن وقت چوندن ڪانپوءِ ملڪ ياڳا ٿي ويو پر اج اڌ صدي گذرڻ ڪانپوءِ به انهن چوندن جي نتيجي ۾ قائم ٿيل بنگلاديش هڪ علامت طور ذڪرڻ ايشيا ۾ شامل آهي. ڪجهه مهينا اڳ صحافين جي هڪ اجتماع ۾ مونکان پڇيو ويو ته اوهين پاڪستان ۾ ايندڙ جدوجهد کي ڪهڙي ريت ٿا ڏسوءِ پاڪستان جي صورتحال ڪيئن آهي؟ ان تي وراٽيم ته هن وقت اوهان سمورن آڏو بنگلاديش جو مثال آهي. اجڪلهه اِهو پنهنجي قومي آزادي، قومي حق خود اختياري ۽ قومي خودمختياريءَ سان اڳتي وڌي رهيو آهي. بنگلاديش پهرين صوبائي خودمختياريءَ لاءِ جدوجهد ڪئي، جڏهن اجان پاڪستان به نه ٺهيو هو. مسلم ليگ جي سڀ کان پهرين حڪومت ئي اوير بنگال ۾ ٺهي هئي. سوال اِهو آهي ته ايها جدوجهد ڇا هئي؟ اها صوبائي خودمختياريءَ لاءِ جدوجهد هئي، پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ٿيل چوندن ۾ سهرورديءَ ڪوشش ڪئي ته بنگال کي ڌار حيثيت

حاصل ٿئي پر مقامي ۽ عالمي اسٽيبلشمنٽ اِها ڳالهه نه مڃي. اِهو هڪ مثال آهي ته جيڪا حيثيت بنگلاديش هڪ وڏي رتوڇاڻ کانپوءِ حاصل ڪئي سا هندستان 1947 ۾ حاصل ڪئي هئي. اسين اڄ ڏينهن تائين جدوجهد پيا ڪريون ته عالمي اسٽيبلشمنٽ کان ڪهڙي ريت نجات حاصل ڪريون جيڪا بنگالين 1970 ۾ حاصل ڪري ورتي هئي. بنگلاديش ٿيو ته پهريان ويهه پنجويهه سال مذهبي پارٽيون ان تي قابض رهيون، جن خلاف مقامي طاقتون اُٿي پيون. اصل لڙائي ته اُها آهي جيڪا بنگلاديش بعد ۾ وڙهي ۽ عوام کي اقتدار جي بالادستي حاصل ٿي ۽ نتيجي طور اڄ هو معاشي، صنعتي ۽ واپاري طور اڳتي وڌي رهيا آهن. اڄ ڏکڻ ايشيا ۾ بنگلاديش هڪ مثال آهي، اڳوڻي اولهه پاڪستان لاءِ.

سوال: 1970 ۾ جڏهن اوهان محمودالحق عثمانيءَ جي مهم هلائي رهيا هئا ته لالو کيت مان کيس چونڊن ۾ ڪياميابي چو نه پلئه پئي ۽ اُتان جماعت اسلامي ڇو کٽي وئي؟

جواب: اِهو سوال اُن وقت به اُٿيو هو جنهن تي محمودالحق عثمانيءَ پڻ تفصيل سان ڳالهايو هو. لالو کيت مهاجرن جي وسندي هئي ۽ عثماني به مهاجر هو جيڪو هندستان ۾ شاگرد سياست کان مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو هو ۽ ڪاڀي ذر سان سلهاڙيل هو. هتي به شروعات کان وٺي عوامي ليگ سان لاڳاپيل رهيو. چونڊن ۾ شڪست کانپوءِ پنهنجي گهر تي هڪ ويهڪ رکيائين جنهن ۾ ان موضوع تي تفصيل سان ڳالهائيندي چيائين ته اڄ ڏينهن تائين اِها ڳالهه سمجهي نه سگهيو آهيان ته سڄي پاڪستان ۾ هن وقت سڀ کان وڏيڪ باشعور طبقو مهاجرن جو آهي پر هو ان هوندي به عملي سياست ۾ رجعت پرستيءَ سان سلهاڙيل ڇو آهن. انهيءَ ويهڪ ۾ هن بنگلاديش جو پڻ مثال ڏنو ته سمورا اڙدو ڳالهائيندڙ بنگلاديش جي جدوجهد جا مخالف آهن جڏهن ته تاريخ ۾ معروضي حالتن

جو ادراڪ اِهو آهي تہ قومي ازادي حاصل ڪرڻ بنگلاديش جو لازمي جز آهي. سندس چوڻ هو تہ اُتان جو اڙدودان طبقو اهڙو نہ هو ۽ اُتي تہ اِهو پروڙيوسين پر هتي عملي طورت تي چونڊن ۾ حصو وٺي شڪست کاڌيسين ۽ مهاجرن ووٽ نہ ڏنا. اِهو هڪ هاڃو آهي ۽ هڪ ڏار بحث جنهن ۾ نظرياتي ۽ معروضي حالتون بہ بحث ۾ اينديون تہ مهاجر ڇو مقامي قوتن جو ساٿ نٿا ڏين. سنڌ ۾ بہ ساڳيو ئي مسئلو آهي تہ ٻين علائقن ۾ پڻ. ننڍي کنڊ کانسواءِ ٻين علائقن ۾ پڻ ڏنو ويجي تہ روهينگيا جيڪو مسلمانن جو علائقو آهي، اُتي ڪين پاڻهہ ڏني وئي تہ هو برما ۾ مسلم رياست ناهڻ ۾ جنبي ويا. اِهو ڪنهن هڪ هنڌ جو نہ پر هرهنڌ جو مسئلو آهي. اِها عالمي طور تي سوچڻ جي ڳالهہ آهي. غالب ڇا نہ شاندار ڳالهہ ڪئي آهي:

ہم موحد ہیں ہمارا کیش ہے ترک رسوم
ملتیں جب مٹ گئیں اجزائے ایماں ہوگئیں

سو اسين اجان ملت ميسارجڻ واري عمل مان پيا لنگهون ۽ ان کي ايمان جو جُز بنائڻ ڏانهن وڌون پيا.

سوال: لالو کيت ۾ اوهان پروڙيو تہ مهاجر جيڪي ايترو پڙهيل ڳڙهيل هئا پر سندن سياسي ڪردار انتهائي رجعت پرست هو ۽ هو سدائين اسٽيبلشمنٽ سان سلهاڙيل رهيا. اِهوئي سيڪجهہ اڄ بہ تي رهيو آهي.

جواب: ان کان اڳ اُتي بہ ٽي چونڊون ٿيون هيون. جماعت اسلاميءَ جون بہ اهم شخصيتون هيون پروفيسر غفور احمد ۽ محمود اعظم فاروقي. هو سڄي پاڪستان ۾ ٿئي کٽي ڪامياب ٿين يا نہ پر هتان ضرور ٿيندا هئا ڇاڪاڻ جو انکانسواءِ ٻيو ڪو نالو پتو ئي نہ هو. اڄ جيڪڏهن جماعت اسلامي ڪراچيءَ جي حقن جي ويڙهہ پئي وڙهي تہ اُها متحده قومي موومنٽ کان وڌيڪ باعمل ۽ سرگرم

آهي. تازوئي ڪينٽونمنٽ بورڊ جي چونڊن ۾ بہ ڪين ڪاميابي پلئہ پئي آهي. اسٽيبلشمنٽ متحده ختم ڪئي جيڪا تاهيل بہ سندن ئي هئي. اِهو سمورو جدوجهد جو ۽ گهرو لڙائيءَ جو عمل آهي جنهن مان اسان ڪي لنگهڻو آهي.

سوال: اوير پاڪستان ۾ چونڊون، سياسي گهوٽالو ۽ پوءِ فوجي آپريشن، ڇا اُن دور جون اوهانجون ڪي ساروڻيون آهن تہ هيٺين سطح تي ڇا پئي وهيو واپريو. جنهن علائقي ۾ اوهان رهندا هئا اُتي اوير پاڪستان جي حوالي سان ڪا ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي هئي؟

جواب: ٿيو اِهو جو جڏهن پاڪستان ٽٽو ۽ بنگلاديش ٺهي ويو تہ مون پنهنجي دڪان ۽ ڪارخاني جي ڇتي تي ڪجهہ پمفلٽ ڇپرايا جيڪي سعيد رضا سعيد لکيا هئا. انهن مان هڪ پمفلٽ بنگلاديش بابت هو تہ بنگلاديش کي تسليم ڪيو وڃي. پوليس ڇاپن دوران اِهي پمفلٽ هٿائڻا پيا. سمورو مهاجر طبقو ايستائين جو منهنجي ساليءَ جو مڙس پڻ پيپلزپارٽيءَ جو حامي هو جڏهن تہ آئون اُن وقت ڇتي جو مخالف هئس ڇاڪاڻ جو هُن بنگلاديش جي ڏس ۾ انتهائي منفي ڪردار ادا ڪيو هو. منهنجو اِهو مائٽ ڇتي جو عاشق هو ۽ حد تہ اِها هئي جو جڏهن ڍاڪا ۾ هندستاني فوجون پئي لٿيون تڏهن بہ هو چوندو رهيو تہ اِهو ڪوڙ ۽ پروپگنڊا آهي ۽ جڏهن تہ اوستائين ڍاڪا تي قبضو ٿي چڪو هو. اُن وقت منهنجو اِهو مائٽ ايئن اوڇنگارون ڏئي روئڻ لڳو هو ڄڻ ملڪ نہ پر سندس گهر ٽٽي پيو هجي. سو جڏهن پمفليٽ ڇپرايم تہ علائقي واسي اسانجي خلاف اُٿي کڙا ٿيا تہ اسلام جي نالي تي ٺهيل سڀ کان وڏو ملڪ ٽٽي ويو آهي ۽ اسين بنگلاديش تسليم ڪرڻ جي ڳالهہ پيا ڪريون.

علامہ اقبال جو هڪ شعر پيو ياد اچيم:

چین و عرب ہمارا ہندوستاں ہمارا
مسلم ہیں ہم وطن ہے سارا جہاں ہمارا

انڪري منهنجي سوچ مطابق جيستائين ملت متجي ايمان جو جُز نٿي ٿئي تيستائين اسين سزا ڀوڳيندا رهنداسين.

سوال: 1972 ۾ ڀٽو اقتدار سنڀالي چڪو هو. تن ڏينهن ۾ اوهين هتي ئي هئا؟ اڙدو سنڌي مسئلي بابت پنهنجا مشاهدا ونديو.

جواب: ان کان اڳ جيڪي ڪجهه ٿيو تنهن دوران آئون نعپ ۾ هئس. پشاور ۾ نعپ جي هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي جنهن ۾ هتان به هڪ جٿو ويو هو. اِها پهرين اپريل هئي ۽ مفتي محمود کي وڏو وزير بڻايو پئي ويو. نعپ گڏجاڻيءَ ۾ ولي خان چيو ته اڄ اسانکي حڪومت ڏني پئي وڃي پر پهرين اپرين تي حڪومت ڏيندي اسان سان اُهو سيڪ ته نه پيو ڪيو وڃي جيڪو پهرين اپريل (اپريل فول) سان لاڳاپيل آهي. ساڳي ڏينهن مارشل لا ائڊمنسٽريٽر ڀٽي جنرل ٽڪا خان کي اسان آڏو بيهاري چيو ته هاڻ هيءُ فوج جو سربراهه هوندو. پشاور لاءِ اُسهيل اسان واري جٿي هر ريلوي اسٽيشن تي "پاڪستان جو مطلب ڇا؟ چار قومون چار ٻوليون" ۽ "چار ساٿيءَ کي آزاد ڪريو" جا نعرا ٿي هنيا. ان وقت هر ڪنهن کي پتو هو ته ڀٽو اِهو سڀڪجهه ناٽڪ ڪري رهيو آهي ڇاڪاڻ جو سندس طبقاتي ڪردار ئي اِهو هو ۽ جهڙي ريت چين ڪيس استعمال ڪيو يا 1971 ۾ جيڪي ڪجهه ٿيو انجا نندي ڪنڌ تي اثر پيا جنهن ۾ فرقيواريت ۽ تنگ نظري وغيره شامل آهن. جيڪي اڄ ڏينهن تائين ڀوڳيون پيا. سو منهنجي آڏو مني صديءَ جي هڪ تحريڪ ۽ جدوجهد آهي جنهن ۾ عملي طور تي شامل رهيو آهيان.

سوال: اڙدو سنڌيءَ وارو مسئلو ڇو شروع ٿيو؟

جواب: ان مسئلي جو معاشري ۾ ڪو ٺوس بنياد نه هو. اِهو هندستان کان آيل اشرافيا جو کيل هو.

سوال: اوهانجو رئيس امروهيءَ سان ڪڏهن ڪو رابطو ٿيو؟

جواب: منهنجي سائنس ڪڏهن بہ ڪا ملاقات نہ ٿي. انهيءَ دوران ڪڏهن ڪو رئيس امروهي، سيد محمد تقي يا جون ايليا جو ڪو ذڪر ايندو هو تہ پڙهايو ويندو هو تہ هو ترقي پسند شاعر آهن. سيد محمد تقي مارڪس جي "سرمايہ" جو اڙدو ترجمو ڪيو هو ۽ روحانيت جي موضوع تي رئيس امروهيءَ ڪان وڌيڪ چڱا مضمون لکندو هو. وٽن ڪارڪنن جو اچڻ وڃڻ نہ هو ۽ آئون تہ هونئن بہ هيٺين سطح تي جدوجهد ۾ رڌل هئس. دانشورن سان بہ اُتي ويهندو هئس جتي ڪا عملي ڳالهہ هجي ۽ جتي ڳالهہ ٻولهہ فقط نشستن، گفتن برخاستن واري هوندي هئي اوڏانهن ويندو ئي نہ هئس.

سوال: 1972 ۾ ڪراچيءَ ۾ ٻورهيتن جي تحريڪ ۽ پوليس سان سندن ڇڪرين مهل اوهين ڪٿي هئا؟

جواب: آئون انهن ۾ شريڪ نہ هئس، جو لياقت آباد ۾ رهندو هئس. منهنجون سرگرميون ٽريڊ يونين ۾ نہ پر فقط نيشنل عوامي پارٽيءَ ۾ ئي هيون. سياسي طور تي عملي سرگرمين ۾ شريڪ هئس جيڪي ادبي ۽ نظرياتي هيون.

سوال : جڏهن پاڪستان ٽٽي ويو تہ انکانپوءِ اوهانجا عوامي ليگ وارا دوست جيڪي ڪراچيءَ ۾ هئا، سي ڪيڏانهن ويا؟

جواب: علاؤالدين عباسي پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل ٿي ويو ۽ جڏهن بينظير ٽنو تي عذاب نازل ٿيو تڏهن بہ هو سندس صلاحڪارن ۾ شامل هو. عبدالوحيد صديقي وغيره مختلف پارٽين ۾ وهائجي ويا سو جيڪي ساٿي عوامي ليگ يا نعپ ۾ گڏ هئا سي نہ رهيا. علاؤالدين عباسي، محمودالحق عثماني سميت گهڻا ان پاسي راغب ٿيا تہ سنڌ ۾ اڙدو ڳالهائيندڙن جي هڪ حيثيت آهي ۽ هو هڪ قوميت آهن. پنجين قوميت واري ڳالهہ محمودالحق عثماني شروع ڪئي پر هو علي اعلان اِها تحرڪ هلائي نہ سگهيو. وڏي واڪ اها

تحريڪ وارا ڪيترائي ماڻهو هئا پر عثماني ڪابي ڏر وارن مان پهريون شخص هو ۽ سگهو ئي پنهنجي ڳالهه تان هٽي ويو. محمودالحق عثماني هجي يا فتحياب علي خان، سندن تعلق ننڍي کنڊ جي اسرافيا سان هو ۽ سنڌ ۾ سندن زمينون هيون. يحيٰ خان ساٺن گڏجاڻي ڪري ڇيو تہ بلوچستان کي ڌار صوبو بڻايو پيو وڃي ۽ جيڪڏهن هو چاهين تہ ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار صوبو بڻايو وڃي. ان ڳالهہ جي مخالفت ڪرڻ ۾ بہ ڪابي ڏر جا اهي ۽ اڳواڻ ئي اڳيرو هئا.

اڙدو تحريڪ پويان ڪير هئا سا هڪ تلخ حقيقت آهي:

جو بت کدے میں تھے وہ صاحبان کشف و کمال
حرم میں آئے تو کشف و کمال سے بھی گئے

هندستان ۾ جيڪي ترقي پسند هئا سي هت اچڻ ڪانپوءِ ڪمشنر ۽ ڪامورا بڻيا ۽ اڳتي هلي قتل پڻ ٿيا. سواءِ اشرافيا هئي جنهن موجب مارجي ويندا سين پر دسترخوان تان نہ هٽنداسين ۽ پنهنجي ٻوليءِ ۽ ثقافت کي اعليٰ ۽ ارفع ليکينداسين ۽ مقامي قوميتن کي پنهنجو بنائڻ جي پتوڙ نہ ڪنداسين.

—

١١

# اوڀر پاڪستان جو هاڃو:
# پسمنظر، تاريخي ۽ نظري تجزيو

1970 وارين چونڊن جي منهنجي نظر ۾ اهميت انهيءَ ڪري ٻه ڳڻي آهي جو ايوبي حڪومت ڪانپوءِ اسانکي پهريون ڀيرو عملي سياست جو موقعو مليو هو. اِهو موقعو پاڪستان جي سمورن سياسي ڪارڪنن کي حاصل ٿيو هو. هيءُ اُهو وقت هو جڏهن گذريل ويهن پنجويهن سالن دوران اسٽيبلشمنٽ جا ڪيل سمورا پرڪار سامهون آيا هئا. هندستان ۽ پاڪستان جيڪي هڪ ئي وقت آزاد ٿيا هئا. اُن وقت مسلم ليگ جي سموري تحريڪ ئي ان تي هئي ته ننڍي کنڊ جو ورهاڱو ڪيو وڃي ۽ مسلمانن لاءِ هڪ ڌار ملڪ ٺاهيو وڃي. ان ڪري 1947 ڪانپوءِ 1970 جو اِهو پهريون موقعو هو جنهن ۾ اِهو فيصلو ٿيو هو ته صوبن کي قومي ۽ لساني بنيادن تي ورهائڻ جي ڳالهه ڪندڙ 1940 واري ٺهراءَ جي روشنيءَ ۾ يحيٰ خان عام چونڊون ڪرائي رهيو هو. اِهي چونڊون اسٽيبلشمنٽ جي پسپائي جو مرحلو هيون. ون يونٽ جو خاتمو ٿي چڪو هو. جيڪڏهن قومي طور تي ڏسبو ته 1970 وارين چونڊن ۾ جيڪي ڪجهه ٿيو انجي شروعات اوڀر پاڪستان ٺهڻ سان ئي ٿي چڪي هئي. سڀ کان پهرين ته سهرورديءَ جو هندستان ۾ ترسي پوڻ ۽ گانڌيءَ سان گڏجي مختلف دورا ڪرڻ، پوءِ جڏهن هو هتي آيو ته ماڻهن ڪيس قبول نه ڪيو. انڪانسواءِ قائداعظم جي ڍاڪا ۾ تقرير جنهن قوم کي ٻوليءَ جي

بنياد تي ورهائي ڇڏيو ۽ ٻوليءَ جي بنياد تي تحريڪن جو بنياد وڌو انڪانپوءِ جڳتو فرنٽ ٻه ان تي ڇڻ مهر هڻي ڇڏي سو قومي آزاديءَ جي تحريڪ ته اڳيئي شروع ٿي چڪي هئي. اسانکي اِهو ڏسڻ گهرجي ته ان ۾ قومي طور تي هرهڪ طبقي جو ڊار ڪردار هو. ڪاٻي ڌر سان لاڳاپيل فردن ۽ پارٽيءَ اوڀر پاڪستان جي قوميتي حق خود اختياري ۽ قومي خودمختياريءَ واري جدوجهد کي بنهه نظرانداز ڪري ڇڏيو هو. جمال نقويءَ جيڪا رپورٽ لکي آهي ان ۾ عملي طور تي انجو اظهار ٻه آهي.

سوال: اوڀر پاڪستان ۾ ٻه نعپ ولي گروپ موجود هو پروفيسر مظفر موجود هو ڇا انهن جو ڪو ڪردار نه هو نعپ جي پاليسي جوڙڻ ۾؟ اوهان انتهائي اهم ڳالهه ٻڌائي آهي ته نعپ جو سمورو زور قومي خودمختياريءَ تي هو پر صرف سنڌ ۽ سرحد کي ٻه ڌار صوبا بنائڻ جي ڳالهه تي رهي هئي جڏهن ته اوڀر پاڪستان کان اکيون ڦيريون ويون هيون؟

جواب: اِهو سيڪجهه اولهه پاڪستان واسين ڪيو هو. اولهه پاڪستان جي ڪميونسٽ پارٽيءَ اوڀر پاڪستان کي مڪمل طور تي نظرانداز ڪري ڇڏيو هو. اوڀر پاڪستان طرفان شروعات ڪان ئي اِها ڳُهر ڪئي وئي هئي ته ٻه ڪميونسٽ پارٽيون ٺاهيون وڃن پر ان تي اعتراض واريو ويو ۽ اِهو عملي طور تي ٿي نه سگهيو. اوڀر پاڪستان جي جدوجهد ۾ اولهه پاڪستان جي پارٽيءَ جو ڪو حصو نه هو. هرڪو پنهنجي طور تي ڪم ۽ فيصلا ڪندو رهيو. انجو ثبوت اِهو آهي ته جڏهن جڳتو فرنٽ کي اُتي ڪاميابي پلئه پئي ته اوڀر پاڪستان جي ڪاٻي ڌار وارا پوءِ پل اُهي ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شامل هجن يا نه. سيني گڏجي پنهنجي قومي حق خوداختياريءَ واري تحريڪ جو عملي مظاهرو جڳتو فرنٽ جي نالي سان ڪيو. جڳتو فرنٽ ٺهڻ ڪانپوءِ جيڪا آئين ٺاهيندڙ اسيمبلي قائد جي وقت ۾ ٺهي هئي سا مڪمل طور تي ختم ٿي

وئي، پوءِ سپريم ڪورٽ جي فيصلي موجب جيڪا نئين آئين ٺاهيندڙ اسيمبلي قائم ٿي ان ۾ اوير پاڪستان مان نئين آئين چونڊجي آيل ميمبر شامل ٿيا. انڪري 1970 وارين چونڊن جي حوالي سان اِها ڳالهه انتهائي اهم آهي ته ان ۾ ون يونٽ جي خاتمي، نئين آئين ٺاهيندڙ اسيمبليءَ جي قائم ٿيڻ ۽ نئون آئين جوڙڻ جي ڳالهه ڪئي وئي. اِهي ٽئي ڳالهيون اسٽيبلشمنٽ جي شڪست جو عملي ثبوت هيون ته پنجويهن سالن تائين اُن سول سوسائٽي يا سول حڪومت ۽ سياسي عمل کي هلڻ نه ڏنو. اوير پاڪستان ۾ ڪميونسٽ پارٽي پهرين ڏينهن کان پنهنجي سر ڪم ڪري رهي هئي. اُتان جي ڪميونسٽ تنظيم جو جيڪو ڏڙو روس نواز هو تنهن جي انهيءَ حقيقت تي پڙدو نٿو وجهي سگهجي ته سندن سوويت يونين سان تعلق هو ۽ هو سموريون هدائتون ۽ نظريا اُتان ئي حاصل ڪري رهيا هئا. هنن اِهو لکيو به ته اسان هتي اِها پاليسي اختيار ڪئي آهي ته قوميت جي تحريڪ سان گڏجي هلڻ گهرجي. اولهه پاڪستان جي پارٽيءَ جي صورتحال اِها هئي جو هو چوندا هئا ته اسانکي پتوئي ناهي ته پاڪستان ڪهڙن دورن مان لنگهي پيو. صورتحال اِها هئي جو اوهين پنهنجو پاڻ کي روپوشيءَ واري هڪ مصنوعي خول ۾ بند ڪري ويٺا هئا ۽ نه ڪنهن بحث مباحثي ۾ شامل ٿيا ۽ نه ئي وري ڪجهه لکيو ويو. پنجاب جي پارٽي وري به ڪنهن حد تائين سرگرم نظر ايندي هئي، جنهن ۾ بيرسٽر امجد ۽ ابراهيم خليق ڀرپور سياسي تجزيو ڪري سموري روداد لکي.

1970 وارين چونڊن جا جيڪي نتيجا سامهون آيا سي مون لاءِ اچرج جوڳا نه هئا. عوامي ليگ ۽ جڳتو فرنٽ وارن ڏينهن ۾ به اسين ان بابت بحث مباحثو ڪندا پئي رهياسين. هڪ ٻيو ڳالهه ٻولهه دوران چيو هئم ته هاڻوڪي صورتحال ۾ پاڪستان نه رهندو.

اُن وقت تہ اِها بنهہ دف تي بندوق ڇوڙڻ وانگر ڳالهہ هئي پر اوير پاڪستان جي ڊار ٿيڻ کان پوءِ عرفان جو چيل جملو ياد ٿو اچيم تہ رشاد ٿئي اُهو ڪجهہ ئي ٿو جيڪو اسين چوندا آهيون پر اوستائين گهڻي دير ٿي چڪي هوندي آهي.

مارڪسزم ۽ سماجي علمن کي تہ ڇڏيو جيڪڏهن ننڍي کنڊ جي سياسي تحريڪن، قومي آزادي يا قومي خودمختياريءَ جي تحريڪ جو مثال ئي آڏو رکجي. اسانجي پارٽي ۽ چيني پارٽيءَ غلطي اِها ڪئي جو جيڪڏهن فقط اِهو ادراڪ رکن ها تہ ننڍي کنڊ ۾ يا جڏهن کان قومي حڪومتون ٺهڻ شروع ٿيون آهن. ويهين صديءَ جي شروعات 1905 ۾ بنگال جي عليحدگي، يا پوءِ مسلم ليگ جي پهرين حڪومت ٺهڻ، اِها سموري قومي خودمختياريءَ جي ڳالهہ هئي. پاڪسان جي ٺهراءُ جو تہ 1935 تائين ڪو نالو نشان ئي نہ هو. آئون سمجهان ٿو تہ باقي پاڪستان ۾ قوميتن جي خوداختياري ۽ خودمختياريءَ واري تحريڪ جي پٺڀرائي ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن اِهو نہ ڪيو ويو تہ پوءِ قومي حڪومتن کي قبولڻو پوندو. ان ڏس ۾ بنگلاديش جو مثال واضح آهي تہ سندن خوداختياريءَ جي پٺڀرائي نہ ڪئي وئي ۽ پوءِ جڏهن ڇهہ نڪتا پيش ٿيا تہ اُهي بہ رد ڪيا ويا ۽ آخرڪار بنگلاديش ڌار ملڪ بڻجي ويو. پهرين مهاڀاري لڙائي کانپوءِ ننڍي کنڊ ۾ قومي حڪومتن جي جُڙڻ جو عمل شروع ٿيو. قومي هڪومتن لاءِ جتگي بہ تحريڪون هليون، جن بہ طبقن يا پارٽين انهن کي اڳواٽي ڏني تن ان مان لاڀ پرايو. رڳو ڪاٻي ڌر وارن ئي انکي اڳواٽي فراهم نہ ڪئي ۽ اِها صورتحال اڄ ڏينهن تائين جاري آهي. افغانستان ۾ بہ سموري تحريڪ خودمختياريءَ جي جدوجهد هئي جنهن جي ڪاٻي ڌر وارن اڳواٽي نہ ڪئي تہ ملان اچي ويا. اهڙي ئي صورتحال ۾ ويتنام اندر ڪاٻي ڌر وارا اڳتي آيا هئا. 1970 وارين عام چونڊن ۾

پارٽيءَ جيڪو ڪردار ادا ڪيو ان لاءِ آئون سمجهان ٿو ته اِهو سندن ئي ڪرتوتن جو ڦل هو. معاشرو پنهنجي سر اڳتي وڌي رهيو آهي ۽ تبديليون ٿي رهيون آهن. ڪميونسٽ پارٽيءَ وارا جيڪي ٽيهه پنجٽيهه سال روپوش رهيا ۽ ڪوبه تجزيو نه ڪيائون ملڪي حالتن جو سو اِهو سيڪجهه سندن محدود لاڙي جو ئي نتيجو هو پوءِ پل اُهو روس طرفان هجي يا چين طرفان، صحيح هجي يا غلط گهٽ ۾ گهٽ اوهانجي حقيقي وابستگي تحريڪ سان هئڻ گهرجي.

سوال: جڏهن اوير پاڪستان ڌار ٿيو ته اوهانجا ذاتي تاثر ڇا هئا؟ سياسي تجزئي ڪانسواءِ، جيڪي ڪجهه ذاتي طور تي محسوس ڪيو ته اِهو ڪيڏو وڏو ۽ من ڦسائيندڙ واقعو هو جنهن ۾ اهيترا سارا ماڻهو مارجي ويا؟

جواب: مون ان تي هڪ مضمون پڻ لکيو آهي. ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي تي پنجاب ۽ بنگال ۾ قتلام ٿيو هو پر اوير پاڪستان جي ڌار ٿيڻ تي انکان به وڏو قتلام ٿيو. اِهو ان ڳالهه جو وڏو ثبوت آهي ته اُتي ڪابي ڌر جي پارٽين کي اِهو ادراڪ ئي نه ٿيو ته اُتي ڇا ڪجهه ٿيڻ پئي لڳو.

سوال: نعپ ولي گروپ جو 1971 واري فوجي آپريشن مهل انتهائي تڪراري ڪردار رهيو هو. مونکي ياد آهي ته جڏهن امين مغل کان سوال ڪيم ته فوجي آپريسن جيڪو مارچ کان ڊسمبر تائين جاري رهيو اِهو سمورو عرصو ولي خان علاج جي ڏس ۾ پرڏيهه رهيو هاڻ ته سياسي اڳواڻن جو علاج به سياسي ٿئي ٿو نه ته ماڻهو مرندي مري ويندا آهن پر ميدان نه ڇڏيندا آهن. هُن ٻڌايو ته پارٽيءَ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ ۾ سوال آيو ته فوجي آپريشن شروع ٿي ويو آهي ۽ فوج بنگالين جو قتلام پئي ڪري، انڪري اسانکي ڪجهه ڪرڻ گهرجي؟ انتي ولي خان وراڻيو ته ٻن هاٿين جي ويڙهه ۾ گاهه لتاڙجي ويندو آهي، مطلب ته اسانکي ڪجهه به نه ڪرڻ گهرجي، پل فوج ۽ مجيب پاڻ ۾ وڙهندا رهن.

اِهو انتهائي ٻٽي معنيٰ وارو جملو هو ۽ ڪيس پٽو هو تہ فوجي آپريشن جي نتيجي ۾ اوير پاڪستان ڌار ٿي ويندو ۽ باقي بچيل پاڪستان ۾ سندس ڪردار وڏي ويندو. اُن وقت تہ اِها صورتحال هئي جو پنجن صوبن مان سڀ کان وڏيڪ سيٽون بنگال وٽ هيون، انکانپوءِ پنجاب، سنڌ، خيبرپختونخواه (اڳوڻو سرحد صوبو) ۽ بلوچستان تہ گهٽ اهميت جوڳا هئا. هُن سوچيو تہ جيڪڏهن اوير پاڪستان نڪري ويندو تہ هڪ پاسي پنجاب ۽ سنڌ هوندا ۽ ٻئي پاسي اسين هونداسين، سو ويڙهہ ۾ اسانجي حيثيت وڏي ويندي ۽ پاڪستان ۾ جيڪڏهن پارلياماني حڪومت ٿي اچي تہ اسين مخالف ڌر جي اڳواٽي ڪنداسين جيڪا اوير پاڪستان جي هوندي ڪنهن بہ صورت ۾ ولي خان کي نہ ملي ها. سو اِهو آهي سمورو نقشو قومپرست ولي خان جو. ڇا پارٽيءَ کي ڪجهہ بہ پلئہ نہ پئي پيو تہ حالتون ڪيڏانهن وڃي رهيون آهن؟

جواب: پارٽيءَ کي تہ ادراڪ ئي نہ هو. امين مغل پنجاب جو هو پر هيءَ ڪراچيءَ ۾ وينل ماڻهن جو تجزيو آهي جيڪي سدائين پنجاب سان اختلاف ٿا ڪن. امين مغل هجي يا سردار شوڪت، سي آر اسلم هجي يا پنجاب جو ڪوبہ فرد، هر سخص پهرين پنهنجي قوميت جو آهي. اولهہ پاڪستان جي پارٽيءَ ۾ ڪميونسٽن جو جيڪو ڪردار هئڻ گهربو هو جيڪا سوچ، تجزيو ۽ جدوجهد جو انداز هئڻ رهبو هو سو نظر نہ آيو. ان وقت تہ بنگال ۾ مسليم ليگي حڪومت بہ جڙي ڍڪي هئي، سندسن نعرو تہ اِهو هئڻ گهربو هو تہ انکي تسليم ڪيو وڃي. بعد ۾ سهروورديءَ گانڌيءَ سان گڏجي اِها ڪوشش ڪئي يا اُتان جتي مقامي ڪانگريس جي قيادت سان گڏجي ڪوشش ڪئي پر انجو ڪين ادراڪ ئي نہ هو. پاڪستان جي حمائت واري ڳالهہ خاص طور تي بنگلاديش ٺهڻ کانپوءِ تمام گهڻو نقصان رسايو انهيءَ سموري ۾ غلط تجزيي جو

وڏو عمل دخل هو جنهن ڪانپوءِ اِها صورتحال بڻي. بنگلاديش ٺهڻ ڪانپوءِ انهيءَ ڳالهه ۾ 1947 ۾ ٿيل ناهه جو خاتمو ٿي ويو ۽ انتظامي طور تي اسٽيبلشمنٽ مڪمل طور تي ختم ٿي وئي. هنن ڀٽي کي گهرائي مارشل لا ائڊمنسٽريٽر بڻايو ته جيئن وٽيس ٽيءَ ڪري. اُن وقت بين الاقوامي طور تي روس ۽ چين جي غلطي هئي جو هنن ڀٽي جي پٺڀرائي ڪئي. اُن وقت جيڪڏهن ڀٽو چوي ها ته 1947 ۾ جيڪو ناهه ٿيو هو سو ختم ٿي ويو آهي ۽ جهڙي ريت بنگلاديش خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو آهي ۽ آئون صوبن کي نيم خودمختياري ڏئي رهيو آهيان ۽ فيڊريشن بدران ڪنفيڊريشن قائم ٿيندي ۽ سمورا صوبا پنهنجي معاملن ۾ خودمختيار هوندا ته اُن وقت ڀٽي کي ان انڪان روڪڻ وارو ڪير هو؟ فوجي حڪومت جو خاتمو ٿي چڪو هو عالمي سطح تي ڪا پٺڀرائي نه هئي. هو چوي ها ته هتي جيئن ته نعپ اقتدار ۾ آهي سو انکي ڪنفيڊريشن جو حصو سمجهون ٿا ۽ جتي جتي پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت آهي اُتي انکي به تسليم ٿا ڪريون. اڄ جيڪڏهن پاڪستان جا ٻئي ياڳا گڏ هجن ها ته ان سان ڪابي ڏر کي سگهه ملي ها. هت جيڪي ويهه پنجويهه سال تحريڪون هليون سي بنگال جي گڏ هئڻ سبب هلي سگهيون. آئون ان ۾ پارٽيءَ کي هڪ تمام وڏي غلطيءَ تي ليکيان ٿو. بنگلاديش تسليم ڪرڻ واري مامري تي پمفلٽ لکياسون جيڪي ڇاپي لڳڻ سبب هناڻا پيا. پارٽي اُن وقت اگهور ننڊ ۾ هئي. اِهو سيڪجهه اسان پنهنجي ليکي ڪيو. مونکي انتهائي ڏک هوءِ اِهو ڏک 1947 واري ورهاڱي مهل ٿيل فسادن کان وڌيڪ هو ڇاڪاڻ جو اوهين جيڪڏهن تاريخي حقيقت کي نه مڃندو ته معاشري ثقافت ۽ سيپتا جي هڪ وڏي خوني قرباني ڏيڻي پوندي. جيترو تيزيءَ سان اڄ پاڪستان جا صوبا پنهنجي صوبائي خودمختياريءَ واري

جدوجهد ۾ رڌل آهن. اصل ويڙهه ته ڪنفيڊريشن ٺهڻ کانپوءِ ٿيندي، جهڙي ريت اوير پاڪستان جي عوام پهرين پاڪستان جي اسٽيبلشمنٽ سان جنگ جوٽي ۽ پوءِ بنگلاديش ٺهڻ کانپوءِ ڪو چاليهه ورهيه ڪين اُتان جي اسٽيبلشمنٽ سان ويڙهه ڪرڻي پئي. تڏهن وڃي ڪين معاشي لاڀ رسيا ۽ هڪ حد تائين بنياد پرستن کان نجات حاصل ڪيائون. جيستائين صوبا خوداختياري ۽ قومي خودمختياريءَ مان لاڀائتا نه ٿيندا اوستائين ٻئي مرحلي تائين پهچي نه سگهندا. مون عملي طور تي ان ۾ حصو ورتو جنهن جو مثال پيش ڪيو اٿم.

سوال: 1972 کانپوءِ پيپلزپارٽيءَ جي حڪومتي دور جو سرسري جائزو پيش ڪريو؟

جواب: آئون پيپلز پارٽيءَ جو شديد مخالف هئس. سوچڻ جي ڳالهه اِها آهي ته پيپلز پارٽيءَ جو تجزيو ڪندڙ اسانجا ڪاٻي ڌر وارا دوست ڪٿي آهن جن بلوچستان، پنجاب ۽ سرحد صوبي ۾ ايڏي وڏي قرباني ڏني. جڏهن ڀٽو اقتدار ۾ آيو ته ڏسڻ گهربو هو ته هو ڪهڙن طبقن جي بچاءَ واسطي آيو آهي. پهرين وڏي غلطي ته هين اِها ڪئي جو اسٽيبلشمنٽ کي سگهارو ڪيائين. انجو عملي ثبوت اِهو آهي ته هڪ لک کن قدين کي ڇڏرائي واپس وٺي آيو. بنگال ۾ گهرو ويڙهه جي ٺڪاڻان جهڙن ذميوارن کي وڏا وڏا عهدا ڏنا ويا. اُن وقت به پارٽيءَ کي سوچڻ گهربو هو ته هو ڪهڙي پاسي وڃي رهيا آهن. پيپلز پارٽيءَ جي حوالي سان آئون نه 1970 وارين عام چونڊن ۾ ڪنهن خوشفهميءَ جو شڪار هئس ۽ نه انکانپوءِ. ٻئي اهم ڳالهه اِها ته پارٽيءَ اندر جن طبقن کي ڀٽو پاڻ سان ڳنڍي اقتدار تائين پهتو هو جيڪو قومي خودمختياريءَ لاءِ انتهائي ضروري هو سو هيٺيون طبقو هو. جن جن ماڻهن کي هو پاڻ سان گڏ ڪٺي نڪتو هو انهن کي نه رڳو پارٽيءَ کان ڌار ڪيائين پر ڪين

تشدد جو نسانو پڻ ٻڌايائين. سندس پارٽيءَ جو جيڪو تورو گهڻو ڪردار هو جنهنڪري چين نواز ڪميونسٽ ساٿس گڏ هئا، اڳتي هلي سي بہ سندس مخالف ٻڻجي ويا. طفيل عباس پنهنجي حياتيءَ جي آخري ڏينهن ۾ ”نيا منشور“ رسالو جاري ڪيو جنهن ۾ معافي تلافي گهريائين تہ سندن پراڻيون پاليسيون غلط هيون. انڪانپوءِ خطي جون اُهي طاقتون جيڪي سدائين هن خطي جي واڌويجهہ روڪيندڙيون رهيون سي نار جون عرب بادشاهتون هيون. شهنشاهہ ايران بلوچستان ۾ نعپ حڪومت ختم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. پيپلزپارٽيءَ جي حڪومت ايران ۽ سعودي عرب وغيره ڪي پاڻ سان گڏيو چاڪاڻ جو انهن اِهو ٿي سمجهيو تہ هو عالمي سطح تي ترقي پسند ڪردار ادا ڪندا. انڪانپوءِ هتي اسلامي سربراهي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي ۽ عالمي سامراج آڏو تيل کي هٿيار طور استعمال ڪيو ويو. نعرو تہ سندن ترقي پسند هو پر جن کي بنياد ٻڌايو ويو سي رجعت پرست هئا. هو ڪيستائين ساٿ ڏين ها. اجان تائين ساڳيون عرب رياستون اڏوهيءَ وانگر پاڪستاني رياست کي لڳل آهن، انڪري ائون ڪڏهن بہ پٽي جي حوالي سان ڪنهن خوشفهميءَ جو شڪار نہ رهيس، نہ سندس عالمي ڪردار جي حوالي سان ۽ نہ ئي پارٽيءَ اندر سندس ڪردار جي حوالي سان. ائون مارڪس جو پيروڪار آهيان ۽ سندس نظرين کي اجان تائين درست ٿو ليکيان ۽ جيڪڏهن ڪنهن بہ تحريڪ جو تجزيو مارڪسي حوالي سان نہ ڪندا تہ ڪنهن درست نتيجي تي پهچي نہ سگهندا.

پاڪستان جي بقا ان ۾ آهي تہ دنيا جنهن ريت بدلجي رهي آهي، قومي حڪومتن جي قائم ٿيڻ تائين قومي حق خوداختياريءَ جي لڙائي ۽ قومي خودمختياريءَ جو قائم ٿيڻ ۽ جيڪڏهن اِهو ممڪن نہ هجي تہ قومي حڪومت جو نهڻ ضروري آهي. ان ڏس ۾

بنگلاديش جو مثال هرڪنهن جي آڏو اهي. اتگي اج جيڪي ڪجهه ارتقائي درجا طئي ڪري رهيو آهي سو قومي انقلاب جو روپ آهي. بنگلاديش ۾ اقتداري طبقو جيڪڏهن مڪمل طور تي عالمي مالياتي سامراجي ادارن ڪان جند نه پيو ڇڏرائي سگهي ته اُتي ترقي پسندن جو ڪهڙو ڪردار هوندو. ساڳي صورتحال ويتنام جي آهي جتي هڪومت ڪميونسٽن جي هٿ وس آئي (بنگلاديش ۾ ڪميونسٽ حڪومت نه اچي سگهي) پر اُتي به ساڳي صورتحال آهي جو اُهو به عالمي مالياتي سامراجي ادارن جي پنجوڙ ۾ آهي. پاڪستان ۾ به انهن جي پڪڙ ايتري ته سخت آهي جو صبح شام آءِ ايم ايف ۽ عالمي بينڪ بابت ٻڌو ٿو وڃي. هاڻوڪي دور ۾ پاڪستان ان صورتحال ۾ وڪوڙيل آهي جو يوگوسلاويا جو مثال آڏو رکي جتي سوشلسٽن جي حڪومت هئي پر جڏهن سندن قومي حق خوداختياري ۽ خود مختياريءَ کي تسليم نه ڪيو ويو ته اتان جي قومي حڪومتن کي تسليم ڪرڻو پيو. ساڳي صورتحال هاڻ پاڪستان جي آهي جو معاشرو پاڻ مرادو پنهنجي سماجي فڪري ارتقا جا درجا طئي ڪري رهيو آهي، پوءِ ڀل ڪابي ڏر ڪري يا ساجي ڏر. پر انهيءَ تبديليءَ جي اڳواڻي ڪير پيو ڪري؟ روسي انقلاب ڪان اڳ سرمائيدارن جي سربراهيءَ ۾ برطانيا، امريڪا ۽ فرانس جا معاشرا صنعتي ۽ سائنسي ترقيءَ جي حوالي سان ترقي ته ڪري رهيا هئا پر روس جي انقلاب ڪانپوءِ موقعو مليو جو سوويت يونين قائم ٿي، ڪمونسٽ تحريڪ ٻٽي ۽ دنيا ۾ هڪ سگهارو نظريو سامهون آيو. اج چين انجي سڀ ڪان وڏي مطهر طور سامهون بيٺل ٿو نظر اچي ته اسين عالمي سامراجي مالياتي ادارن جي مقابلي ۾ هڪ اهڙو مالياتي ادارو هڪ اهڙو سماجي ڍانچو جوڙڻ ٿا چاهيون جيڪو سرمائي کي سامراجي پنجور ڪان آجپو ڏياري ۽ سرمايو سماج

وادين جي هٿ وس ڪري اصل ويڙهہ تہ سرمائي جي آهي انڪري سرمائي جي اهميت کي سمجهڻ ضروري آهي. مائو ۽ روسين چيو تہ قبضو ڪريو ۽ سرمائيدارن کي ٻاهر ڪڍو. ڊينگ شيائوپنگ چيو تہ سرمايو آڻيو پر عوام جي ڀلائي ۽ سماج وادي ارتقا لاءِ آڻيو. اڄ چين جنهن مقام تي آهي ان ۾ مارڪس جي فلسفي موجب سماج جي ارتقائي درجن کي طئي ڪري قبولڻ گهرجي ۽ انڪي انهيءَ موجب ئي هلڻ گهرجي ۽ معاشي ۽ سماجي درجا طئي ڪرڻ گهرجن.

—

## ١٢

# ڀٽو ۽ ضيا دور جو تجزيو

سوال: ڀٽو دور جي سڌارن، مخالف ڌر ڌانهن سندس سياءَ، نيشنل عوامي پارٽيءَ خلاف ڪاروائي ۽ بلوچستان ۾ ڪردار بابت وڌيڪ ڇا چوندا؟

جواب : پيپلزپارٽيءَ جي دور ڪي آئون پوين دورن، جيڪي اسين ڀوڳي آيا هئاسين، ڪان ڌار نٿو ڏسان. اڳوڻن دورن ۾ اسٽيبلشمنٽ جهڙي ريت انهن کي استعمال ڪندي رهي، تنهن ۾ اڳتي هلي پيپلز پارٽي ۽ ڀٽو سندن ساٿاري بڻيا ۽ انجو عملي ثبوت اڳي به ڪيترائي ڀيرا سامهون آيو. مثال جي طور تي 1965 واري لڙائي ۽ بنگالي تحريڪ يا چوندن دوران انهن جو ڪردار. اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ ڀٽي جيڪي ڪم ڪيا سي عوام جي لاڀ وارا نه هئا. نه رڳو اوير پاڪستان پر اولهه پاڪستان سان پڻ انصاف نه ٿِي ٿيو. آئين ٺهڻ جي ڪجهه ڏينهن اندر ئي هُن ان ۾ ترميمون ڪرڻ شروع ڪيون. ڪيس جيڪي گورنر مليا سي سمورا سندس پارٽيءَ جا نه هئا. پيپلزپارٽيءَ جون اندروني پاڙون رجعت پرست طاقتن ۾ ڪتل هيون ۽ پرڏيهي ريت هُن عرب ملڪن کي گڏ ڪري هٿيار حاصل ڪيا ۽ ائٽم بم ٺاهڻ جو ٺاهه ڪيائين. هُن طرفان فوج يا انجي بقا کي تحفظ ڏيڻ، جهڙا ٺاهه ۽ قدم کڻي هن سڄي خطي جي رجعت پرست طاقتن کي ميڙي مُٺ ڪيو. آئون سمجهان ٿو ته ڀٽي ۽ پيپلزپارٽيءَ جو ان ۾ ڪردار بنهه واضح هو. عملي طور تي

جيڪي ماڻهو سانڊس گڏ هئا، جيڪي نعپ ۾ هئا ۽ اڳتي هلي پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل ٿيا جهڙوڪ محمود علي قصوري، معراج محمد خان، جي.اي رحيم، خورشيد حسن مير، تاج محمد لانگاهه ۽ ٻيا انيڪ، جن جو انتهائي ڀيانڪ حشر ٿيو. پارٽيءَ جي ترقي پسند عنصرن کي پسپائي تي مجبور ڪيو ويو ۽ مٿن رجعت پرست قوتون مڙهيون ويون. بلوچستان جي حڪومت ختم ڪري مينگل حڪومت تي فوج چاڙهي وئي.

ڀٽي جي ائٽم بم ٺاهڻ واري قدم کي ماڻهو ساراهين ٿا ته ان ذريعي ملڪ کي تحفظ فراهم ڪيو ويو آهي ۽ بچاءُ سگهارو ٿيو آهي پر اڄ اڳوڻو اوڀر پاڪستان اسان کان وڌيڪ محفوظ آهي، ان جي معيشت، صنعت ۽ واپار وڻج اسان کان گهڻو بهتر آهي. سو منهنجي خيال ۾ پاڪستان کي اڳتي وڌائڻ جي وات ائٽم بم ۽ هٿيار نه پر صوبن کي خود اختياري ۽ خود مختياري ڏيڻ واري آهي.

انجو مثال بنگلاديش جي صورت ۾ اسان جي آڏو آهي جنهن خوداختياريءَ جي ويڙهه وڙهي ۽ اڄ هڪ قومي حڪومت جي حيثيت ۾ موجود آهي. يوگوسلاويا ٽٽڻ کان اڳ اُتان جي صورحال پروڙيو جتي هر صوبي جي پارٽيءَ چيو ٿي ته کين خوداختياري ڏني وڃي پر مارشل ٽيٽو جي حڪومت ان لاءِ تيار نه هئي پر اڳتي هلي انکي هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا. هن وقت نون آزاد ملڪن جو پهريون قدم ئي قومي خوداختياريءَ وارو هئڻ گهرجي، انڪانپوءِ فيصلو ٿئي ته ڪهڙي پارٽي راڄ ڪندي، اصل لڙائي قومي آزاديءَ کان پوءِ ٿي شروع ٿئي. ان ۾ آئون ڀٽي جي ڪردار کي منفي ٿو ڏسان. 1970 وارين عام چونڊن کانپوءِ جيڪو اهم فيصلو ٿيڻو هو ان ۾ اسٽيبلشمنٽ چيو ته اسين جمهوري طريقي سان راڄ نٿا ڪري سگهون، هر صورت ۾ فوج کي بالادست رکيو وڃي. هنن ڀٽي کان اُهي سمورا ڪم ڪرايا جن کين سگهارو بڻايو. اِهي خطي کي پوئتي ڌڪڻ وارا قدم هئا.

سوال: ضياءالحق جي دور بابت پنهنجا ويچار ونڊيو؟

جواب: ان دور بابت پنهنجي ذاتي وابستگي ۽ ضيا جي ڪردار جي حوالي سان ڳالهائيندس. ذاتي طور تي پيءُ دور ۾ ايترو تشدد پوڳيوسين جو ايندڙ ڪنهن حڪومت مان ڪنهن قسم جي خوشفهمي دل مان نڪري چڪي هئي. ضيا دور متعلق مونکي پنهنجي هڪ دوست جو واقعو ٿو ياد اچي. اسانجو دوست عرفان علي جيڪو ريڊيو پاڪستان تي پروگرام پروڊيوسر هو پيءُ پنهنجي سالگره واري ڏينهن جيل ۾ بند هو ۽ حڪومت جنرل ضيا جي هئي. عرفان پنهنجي پروگرام ۾ پيءُ جي جنم ڏينهن تي هي ڳانو هلايو:

جنگل میں منگل تیرے ہی دم سے
سب نے یہ شور مچایا ہے
سالگرہ کا دن آیا ہے

ان وقت محمود اعظم فاروقي اطلاعات ۽ نشريات جو وفاقي وزير هو. هُن عرفان عليءَ کي سڌرائي ڪيس سخت سزا ڏني. ڪيس ڪراچيءَ کان بهاولپور بدلي ڪيو ويو. پنهنجي گهر ٻار ۽ ڪٽنب کان پري رهڻ سبب هو سخت پريشانيءَ ۾ هو. آئون ساڻس ملڻ به ويو هئس ۽ ڪجهه ڏينهن سندس مهمان ٿيس. هو ساهه جي بيماريءَ جو شڪار ٿي ويو هو ۽ انهيءَ بيماري سوڙو ٿن چئن سالن کان پوءِ واپس وريو ته سست ئي گذاري ويو. ضيا دور ۾ سندس پاليسين جي حوالي سان اِهي منهنجي ڪجهه ذاتي تجربا آهن.

ضيا جي اچڻ تي ڪميونسٽ پارٽيءَ وارا انهيءَ خوشفهميءَ جو شڪار ٿيا ته هاڻ ڪين پيءُ جي تشدد ۽ ڏاڍ مان نجات ملي ويندي هنن انتهاپسنديءَ واري پاليسي اختيار ڪئي هئي. انجي پوئيان جمال نقوي هو جيڪو ان وقت پارٽيءَ جو ڪرتو ڌرتو هو. هُن چيو

تہ روڊ رستن تي نڪري احتجاج ڪرڻو آهي جنهن ۾ پيپلزپارٽيءَ وارا بہ شامل هئا. ڪيترائي ماڻهو احتجاج ڪندي گرفتار ٿيا ۽ ڦٽڪا لڳا. انهيءَ دوران منهنجي لالو کيت واري گهر تي ئي گڏجاڻيون ٿينديون هيون جن ۾ اهم فيصلا ٿيندا هئا. اهڙي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ چيو ويو تہ جنرل ضيا جي اچڻ سان جيڪا خوشفهمي پئدا ٿي هئي تہ هاڻ حالتون ٺيڪ ٿي ويندون سو ايئن نہ ٿيو. انهيءَ دوران پورهيت تحريڪ جا حوالا ڏنا ويا تہ کهڙ ريت انتي سڄي ملڪ ۾ تشدد ڪيو ويو آهي. اُن وقت فيصلو ٿيو تہ پنجن پنجن ڄڻن جي ٽولي هر چونڪ تي مظاهرو ڪندي. اهو ڪندي جاويد شڪور ۽ ساڻس چار ٻيا ڄڻا گرفتار ٿيا جن کي ڦٽڪن جي سزا ملي. انکانپوءِ هڪ ٻئي گڏجاڻيءَ ۾ فيصلو ٿيو تہ هٿ سان لکيل پوسٽر پٽين تي چنبڙايا ويندا. رياض الحسن ۽ اعجاالحسن جيڪي ٻئي پائر هئا، جي زمي اِهو ڪم لڳايو ويو جنهن تي رياض الحسن تيار بہ ٿي ويو پر مون اعتراض واريو تہ فقط هي ڪجھ ڄڻا ئي ڦٽڪا کائڻ لاءِ ڇو وڃن. مون انکان نابري واري، جنهن تي زبير چيو تہ تون ڪميونسٽ پارٽيءَ جي فيصلي سان اختلاف پيو ڪرين. پوءِ انجو نتيجو اِهو نڪتو جو اعجازالحسن پوسٽر چنبڙائيندي گرفتار ٿيو ڪيس ڦٽڪن جي سزا لڳي، سندس ڪارخانو ۽ ڪاروبار تباھ ٿي ويا، سندس ٻار ٻچا دربدر ٿي ويا پر ڪوبہ سندن واهر لاءِ نہ آيو. انهيءَ دوران اعزاز نذير ۽ ٻيا ڪامريڊ مونسان ملندا رهيا ۽ آئون پارٽيءَ سان رابطي ۾ رهيس.

هڪ ٻيو واقعو اِهو ٿيو جو ملير ۾ جتي منهنجو شيشي جو دڪان هو اُتي گهٽيءَ ۾ هڪ يونٽ هو جيڪو اڳي عوامي ليگ جو هو. اُتي اسانجي دڪان تي وقت بوقت سي آءِ ڊيءَ وارا ڇاپو هڻندا هئا تہ ڪي هٿيار پنهوار لڪايل تہ ناهن. انجي نتيجي ۾ مونکي سي آءِ ڊيءَ جو عذاب ڀوڳڻو پوندو هو. بهرحال ڪابہ ڏر وارن جون خوشفهميون جيئن پوءِ ٽيئن ختم ٿينديون ويون.

ضيا مذهبي انتهاپسنديءَ واري دور ۾ وي سي آر ۽ انجون ڪيسٽون پهريون ڀيرو آيون هيون. تن ڏينهن ۾ پارٽيءَ تحت قائم اداري "بزمِ علم و دانش" جون گڏجاڻيون ٿينديون هيون جن ۾ دنيا جهان جي تحريڪن سان لاڳاپيل فلمون پڻ ڏيکاريون وينديون هيون. جن لاءِ وي سي آر ۽ ڪيسٽون اهڙي ريت لڪائي آڻبا هئا جڻ ته چوريءَ جو مال هجي. رمضان جي مهيني ۾ جيڪڏهن گهران ماني داني گهرائبي هئي ته ٽفن ايئن لڪائي آندو ويندو هو جڻ ته ڪا منشيات هجي. جڏهن عرفان وٽ سندس آفيس پهتس ته اِها بنهه خالي پئي هئي، پڇا ڪرڻ تي پتو لڳو ته هرڪو جنرل ضيا جي حڪم تي نماز پڙهڻ جي بهاني ڪينٽين جي ڪنڊپاسي ۾ ويٺل آهي. مذهبي تنگ نظري ۽ انتهاپسنديءَ جون اِهي علامتون جنرل ضيا جي دور ۾ ڏٺيون اٿم.

ضيا دور ۾ سياسي طور تي جيڪي عذاب اسان تي مڙهيا ويا سي اڄان تائين ڀوڳيون پيا. 1970 واري ڍاڪي ۾ الشمس ۽ البدر نالي فوج سياسي ۾ ويڙهاڪ عنصر داخل ڪيو ته جيئن ماڻهن منجهان ئي اهڙي هٿياربند تنظيم جوڙي وڃي جيڪا ڪابه ڊر ۽ اسٽيبلشمنٽ مخالفن کي ناس ڪري. انکي ضيا ڀرپور ريت استعمال ڪيو. ضيا دور ۾ جماعت اسلاميءَ جي هٿياربند ڪارڪنن جي پاليسي اِها هئي ته مخالفت ۾ وڙهڻ، مرڻ يا مارڻو آهي. سندن انهيءَ لڙائي ۾ منهنجي پٽ جو هڪ دوست پڻ مارجي ويو. اِهي سمورا هٿياربند جڏهن جنرل ضيا جي ڪم جا نه رهيا ۽ جڏهن ڪيس ستار افغانيءَ جي جاءِ فاروق ستار کي آڻڻو هو ته متحده قومي موومنٽ نالي وئي، پوءِ اُهي سمورا شدت پسند عنصر جيڪي اڳي ستار افغانيءَ سان گڏ هئا. هاڻ فاروق ستار سان گڏجي ويا. پنهنجي دور ۾ افغانستان جي حڪمتيار کي گهرايو هو انکي اڄائين اڳتي وڌائيندي ضيا افغان مجاهدن کي

هٿياربند ڪيو. اِهي دهشتگرد اَڄ ڏينهن تائين موجود آهن. پهرين جماعت اسلاميءَ ۾ هٿا، پوءِ اسٽيبلشمنٽ انهن کي متحده قومي موومنٽ ۾ شامل ڪرايو وري جڏهن الطاف حسين کي هٽائڻو هو ته انهن کي حقيقي ۾ شامل ڪرايو ويو. پوءِ جڏهن ڏٺائون ته حقيقيءَ کي عوامي پذيرائي نه پئي ملي ته انهن همراهن مان ڪن کي مصطفيٰ ڪمال ڏانهن ۽ ڪن کي پيپلز پارٽيءَ حوالي ڪيائون. ايوبي دور ۾ اسٽيبلشمنٽ جن مافيائن کي منظم ڪيو هو ۽ زمينون وغيره ڏنيون هيون، سو اِهو سلسلو مليرم ۾ اڄ به برقرار آهي ۽ اُهي ماڻهو اڃان تائين زمين جي وڏي پڪيڙ تي قابض آهن. اِها آهي جنرل ضيا جي دور جي سياسي ڪهاڻي جنهن ۾ آئون عملي طور تي سگرم هئس.

ضيا دور ۾ نه رڳو سنڌي-مهاجر پر مسلڪ جو مسئلو پڻ پئدا ڪيو ويو. سعودي عرب کي راضي رکڻ لاءِ نشترپارڪ ۾ ٽيل سني تحريڪ جي قيادت جا سوين ماڻهو هڪ وڏي شاهي بم ڌماڪي وگهي ماراي ويا. اِهو سلسلو پڻ رهيو آهي ته ايوب خان جي مارشل لا ڪانپوءِ جهڙي ريت سياسي سرگرمين تي پابندي مڙي وئي، ساڳي ريت جنرل ضيا جي دور ۾ سياسي ڪارڪنن لاءِ ڪم ڪرڻ جا رستا مڪمل طور تي بند ڪيا ويا.

منهنجو ياءُ يعقوب جنهن جي پيپلزپارٽيءَ سان جذباتي وابستگي هئي. جڏهن متحده کي جنرل ضيا شامل ڪيو ته هو گهر گهر وڃي نوجوانن کي ان ۾ شامل ٿيڻ جي نينڊ ڏيڻ واسطي ساڻن رابطو ڪندو هو. جلوس وغيره ڪيڻ ۽ مذهبي تنگ نظري پکيڙڻ، پهرين پناڻن ۽ پوءِ سنڌين خلاف ڪمن ۾ هنن منهنجي ياءُ جي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي شامل ڪري ورتو هو. مون پنهنجي ياءُ کي چيو ته اِهو سيڪجهه غلط آهي ۽ انکي روڪيو وڃي. ڳجهي ريت جڏهن اِنجو اسٽيبلشمنٽ کي پتو لڳو ته هڪ واقف همراهه

مون کي چيو ته رشادا! تون ان مامري ۾ نه پئو نه ته توکي گولي هڻي ڪيندا. مونکي باقاعدي ڌمڪي ڏني وئي ته جيڪڏهن پنهنجو پاڻ کي ان کان پريرو رکڻ چاهين ٿو ته ٺيڪ آهي پر پنهنجي پائيٽن ۽ پائيٽين کي نه روڪ. منجهائن ڪي اڄ حيات ناهن جڏهنته ڪن کي ڪوريا ۽ ڪن کي جاپان اُماڻيو ويو. سرڪاري طور تي انهن ڏينهن ۾ جن دهشتگردي تي ڪئي سي سمورا اڄ پرڏيهه ۾ آهن. اسٽيبلشمنٽ هاڻ ايتري سگهاري ٿي چڪي آهي جو هاڻ اِهو سوچڻ ته انهن کي سياسي جدوجهد ذريعي هٽائي سگهجي ٿو محال آهي ڇاڪاڻ جو جنرل ضيا انکي ايترو ته طاقتور بڻائي ڇڏيو آهي جو اِهو ممڪن ئي نه رهيو آهي، جيستائين اوهين معروضي حالتن موجب نظريو اختيار نٿا ڪريو. سمورن صوبن جي قومي خودمختياري ضروري آهي. مارڪس جو بنيادي اصول اهو آهي ته جيڪڏهن معاشري کي استحصال کان آجو ڪرائڻ ٿا چاهيو ته اِهو ڏسو ته اوهانجي وسيلن تي ڪنهن جو قبضو آهي. انهيءَ موجب ملڪ ۾ سٽ سيڪڙو کان وڌيڪ تي اسٽيبلشمنٽ جو ئي قبضو آهي. ماضي قريب واري لبيڪ پاڪستان کي ئي ڏسو جو عمران خان سندن ماڻهو آهي ۽ پارٽي به سندن ۽ هو چون ٿا ته پوليس لبيڪ تحريڪ کي ختم ڪري ڏيندي پر جڏهن لبيڪ تحريڪ سان معاملا ٿا نبيرين ۽ شيخ رشيد ٿو چوي ته ڪيس پتو ئي ناهي ته ڇا پيو وهي واپري. اسين سمورا ماڻهو جيڪي مني صديءَ کان سياسي تحريڪن سان لاڳاپيل آهيون. سمجهون ٿا ته ڪين انهيءَ طريقي سان ميساري نٿو سگهجي. انهيءَ ڏس ۾ پيهر بنگلاديش جو مثال ڏيندس جتي لکين ماڻهن جي قربانين عيوض قومي حڪومت قائم ٿي. آئون انهيءَ لاءِ جنرل ضيا کي ذميوار ٿو ليکيان جنهن فوج ۽ اسٽيبلشمنٽ کي

سگهارو ڪيو. هندستان جي ڪنهن ليکڪ لکيو هو تہ دنيا جي ملڪن وٽ فوج هوندي آهي پر پاڪستان ۾ فوج وٽ ملڪ آهي. اوپر پاڪستان جي ڏار ٿيڻ کانپوءِ جو هڪ واقعو ذهن تي تري آيو آهي جنهن کي شامل ڪرڻ ٿو چاهيان. صوبائي خودمختياريءَ جي سلسلي ۾ جڏهن پشاور ۾ نعپ جو اجلاس ٿيو تہ ان ۾ نعپ کي حڪومت ملڻ جا امڪان پروڙيندي طئي ڪيو ويو تہ نعپ جو آئين تيار ڪرڻ گهرجي. انهيءَ نئين آئين جي ڏس ۾ اسان سمورن پشاور وڃڻ کان اڳ ۾ پاڻ ۾ بحث مباحثو ڪيو. اُتي پنهنجي سفارشن ۾ چيو هئم تہ صوبائي خودمختياريءَ کي ترجيح ڏني وڃي ڇاڪاڻ جو موقعو آهي جو اوپر پاڪستان جي ڏار ٿيڻ کانپوءِ 1947 وارو ٺاهہ هاڻ مڪمل طور تي ختم ٿي چڪيو آهي، انڪري هاڻ صوبن کي خودمختياري ڏيڻ گهرجي ۽ فيڊريشن بدران ڪنفيڊريشن ٺهڻ گهرجي. انتي پارٽيءَ اعتراض واريو تہ پارٽيءَ تہ اوپر پاڪستان جي ڏار ٿيڻ جي بہ مخالفت ڪئي هئي. مون ٻئي راءِ اِها ڏني تہ هر صوبي کي ڏار ٿيڻ جو حق ڏنو وڃي. انجي بہ پارٽيءَ مخالفت ڪئي. روس ۾ استالين قوميت جي مسئلي تي ڇئن رياستن کي اِها آزادي ڏني هئي تہ اُهي جڏهن بہ چاهين ڏار ٿي پئي سگهيون. جڏهن دنيا جي ايڏي وڏي طاقت سوويت يونين جو زوال ٿيو ۽ سوويت يونين ٽٽو تہ اتي اُها رتوڇاڻ نہ ٿي جيڪا يوگوسلاويا ۽ بنگلاديش ۾ ٿي هئي. سوويت يونين جي رياستن جڏهن ڏار ٿيڻ جو اعلان ڪيو تہ آئين موجب انکي تسليم ڪيو ويو.

—

١٣

# عوامي ترقيءَ لاءِ منهنجي جدوجهد، حاصلاتون ۽ امڪان

رشاد محمود: منهنجي جدوجهد مني صديءَ تي ٻڌل آهي. هڪ ڳالهه جيڪا منهنجي ذهن ۾ اهي ۽ اڃان تائين مونکي جيئرو رکندي اچي، سا اِها ته آئون ايندڙ ڏينهن کان نراس ناهيان ۽ سمجهان ٿو ته هڪ اهڙو دور اچي پيو جيڪو انساني برابري، معاشي همواري، سماجي ۽ تعليمي هڪجهڙائپ کي مڪمل ڪندو ۽ اِهو سمورو عمل عالمي سطح تي ٿيڻ کان سواءِ ممڪن نه هوندو. نذير لغاريءَ مون کان پڇيو هو ته ڇا اوهين اڃان تائين سمجهو ٿا ته عالمي ڪميونسٽ نظرين جي ڪا تحريڪ جڙي سگهي ٿي، مون کيس وراڻيو هو ته جيستائين اِهو نٿو ٿئي دنيا جي مڪمل ڇڳيلائي ۽ امن جو سوچي ئي نٿو سگهجي. انهيءَ اُميد تي آئون اڃان تائين جيئرو آهيان ۽ زندگيءَ جي جدوجهد ۾ ته ڇا سياسي جدوجهد ۾ پڻ شامل آهيان.

سوال: ضيا دور کانپوءِ ايندڙ سويلين حڪومتن جي ڪمزوري ۽ انهن حڪومتن ۾ فوج جي سگهارو ٿيڻ کي ڪيئن ٿا ڏسو؟

جواب: ڪنهن به هڪ ڳالهه يا مامري کي ڌار نٿو ڏسي سگهجي. آئون سمورين ڳالهين کي هڪ تسلسل ۾ ٿو ڏسان. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ مون اُهو سياسي سرشتو ڏٺو آهي جيڪو سڄي ننڍي کنڊ لاءِ

هڪ انتهائي طاقتور سرشتو هو. انگرتيزن انهيءَ نظام کي فتح ٿيڻ نہ ڏنو ايستائين جو مسلم ليگ ۽ ڪانگريس ٽاهڻ ۾ بہ سندن هٿ هو. جڏهن سول سوسائٽي اسرندي آهي تہ معاشرو اپلائيڊ فزڪس جي اصولن تحت ارتقائي مرحلن مان لنگهندو سرمائيداريءَ صنعتي اوسر ۾ سول سوسائٽيءَ جي جوڙجڪ جهڙن مرحلن مان گذرندو آهي. معاشري ۾ ڪنهن سياسي سرشتي جو هئڻ انتهائي ضروري آهي ۽ ڪاٻہ شئي اوڏي مهل ئي اڳتي وڌندي آهي جڏهن انجو ڪو متبادل موجود هجي. شهري حڪومتون هلائڻ لاءِ جتي اسٽيبلشمنٽ جي ضرورت هوندي آهي اُتي اُن آڏو ڪو سياسي سرشتو هئڻ بہ لازمي آهي پوءِ ڀل اُهو سرمائيداراڻو هجي يا سماجوادي. انگريزن جڏهن ننڍي کنڊ جو ورهاڱو ڪيو تہ هندستان انگريزن جو جوڙيل سرشتو برقرار رکيو ايستائين جو ننڍي کنڊ جو ورهاڱو ڪندڙ پارٽين کي بہ برقرار رکيو. چوندن ڪانپوءِ ڪيرالا ۾ ڪيمونسٽن مسلم ليگ سان گڏجي حڪومت ٺاهي.

پاڪستان ۾ موجود بنيادي تضاد, جيڪو خاص طور تي ڪاٻي ڌر وارن نظرانداز ڪيو, سو اِهو هو تہ فوج ۽ اسٽيبلشمنٽ پهرين ڏينهن کان ڪوشش ڪئي تہ سياسي سرشتو نہ هلي. اُن ڏس ۾ سموري صورتحال پڌري پٽ آهي تہ اوير پاڪستان جو ڇا حال ڪيو ويو. پاڪستان ٺاهڻ جي اصل جدوجهد تہ اوير پاڪستان ڪئي هئي پر اڳتي هلي انکي نظرانداز ڪيو ويو. آئون سڀ کان پهرين عوامي ليگ ۾ ئي شامل ٿيو هئس. فوجي طاقت جي مضبوطيءَ جي هڪ پوري تاريخ آهي. اها سموري صورتحال ڏسندي منهنجو خيال آهي تہ پاڪستان ۾ هڪ نئين سماجي ٺاهہ جي ضرورت آهي.

جيڪڏهن اوير پاڪستان ڌار نہ ٿئي ها تہ جدوجهد جا هيءَ پنجاهہ سال جيڪي اسان لنگهيا آهن سي مختصر ٿي وڃن ها

چاڪاڻ جو اوڀر پاڪستان ۾ سياسي جدوجهد جي هڪ ڊگهي تاريخ آهي. هو جڏهن اولهه پاڪستان سان گڏ هئا ته شروعاتي عرصي ۾ سخت پابنديون هونديون به ڪاهي ڏر جون سرگرميون جاري هيون. اوڀر پاڪستان ڪي هڪ سوچيل سمجهيل رٿابنديءَ تحت ڏار ڪيو ويو ته جيئن اسٽيبلشمنٽ سگهاري ٿي سگهي. ڀٽي کي آڻڻ جو مقصد به فوج کي سگهارو ڪرڻ هو. چين به سدائين هتان جي فوجي آپيشاهيءَ جي پٺڀرائي ڪئي آهي ۽ جمهوري طاقتن کي نظرانداز ڪيو آهي. بنگلاديش ٺهڻ مهل به هنن بنگالين جي پٺڀرائي ڪرڻ بدران اولهه پاڪستان جي اسٽيبلشمنٽ جو ساٿ ڏنو. فوجي طاقت کي سگهارو بنائڻ ۾ 1965 واري لڙائيءَ جو به وڏو هٿ آهي. جيڪڏهن اِها لڙائي نه لڳي ها ۽ جمهوري قوتن کي پٺڀرائي ملندي رهي ها جهڙي ريت محترما فاطما جناح جي حوالي سان ٿيو ته هو ايترو مضبوط نه هجن ها. ڪنهن ملڪ ۾ فوجي طاقت ذريعي انقلاب آڻڻ ڪانپوءِ انجون پاڙون عوام ۾ نٽيونڊسي سگهجن. اِهي پاڙون پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ سياسي سرشتو جوڙڻو پوندو آهي پوءِ پِل اُهو چيني انقلاب جي صورت ۾ هجي يا ويٽنامي انقلاب جي شڪل ۾. جيڪڏهن سياسي سرشتو ڪمزور هوندو ته حڪومتون تباهه ٿي وينديون. انهيءَ سموري ۾ چين جي ڪردار کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي جيڪواچ ڏينهن تائين هتان جي فوج جي پٺڀرائي ٿو ڪري سول سوسائٽيءَ جي پسپائي واري عمل ۾ هڪ اها به افسوسناڪ ڳالهه آهي ته فوجي حڪومتون سياسي پارٽين ۾ جيڪا ٽوڙ ڦوڙ ڪن ٿيون، اسين انجو حصو ٿا بڻجون. مثال جي طور تي جنرل ضيا جي دور ۾ جوڻيجو آيو جنهن جو خراب حشر ڪيو ويو. پوءِ نواز شريف ۽ بينظير ڀٽو اقتدار ۾ آيا ۽ ساڳي ريت ڀٽو جيڪو سندن سڀ کان وڏو آلي ڪار بڻيو. ڪيس ته دنيا کان ئي رخصت ڪيو ويو.

جيڪڏهن ڪنهن ملڪ کي معاشي، تعليمي ۽ سماجي لحاظ کان ترقي يافته بڻائڻو آهي ته اِهو فوجي طاقت کي مضبوط ڪرڻ سان نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن اِها ترقي فوجي سگهه سان ٿيڻي هجي ها ته اولهه پاڪستان ۾ فوج تي جيڪي خرچ ڪيا ويا، انهن سان ته اِهو خوشحال ترين علائقو بڻجي وڃي ها پر بنگلاديش وارا اسان کان هر لحاظ کان بهتر آهن. ان مان ظاهر ٿو ٿئي ته فوجي استحڪام معاشي يا صنعتي استحڪام جو ضامن ناهي. انڪري قوميتن جي خودمختياري انتهائي ضروري آهي.

سوال: سوويت يونين جي خاتمي ڪانپوءِ هاڻ ڪهڙي اُميد باقي ٿي بچي ته دنيا بهتر ٿي سگهي ٿي؟ اشتراڪيت جو سپنو ته ذرا پرزا ٿي ويو. اوهانجي تجزئي موجب سوويت يونين جي خاتمي ڪانپوءِ انسانيت جو آئيندو ڇا آهي؟

جواب: آئون دنيا کي سوويت يونين جي وجود کان هڪ بلڪل نئين دنيا طور ڏسندو رهيو آهيان ۽ ۽ اڄان تائين ڏسان ٿو. جيڪڏهن سوويت يونين قائم نه ٿئي ها ته دنيا جي صورتحال انتهائي پوائتي هجي ها. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ ۾ جتي هڪ پاسي سوويت يونين وجود ۾ آيو اُتيئي دنيا جي سڀ کان وڏي صنعتي، سرمائيدار ۽ سامراجي طاقت امريڪا پنهنجي ڪنڌ کان نڪري عالمي سطح تي دنيا تي پنهنجي قبضي جي ڪوشش ڪئي. ان لاءِ امريڪا فوجي حڪومت جي پوشاڪ نه پهري پر مالي لحاظ کان اولهندي طاقت جي مدد ڪئي ۽ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ مان ڀرپور لاڀ پرايو ۽ سيني انهيءَ پاليسيءَ کي بدلايو ته اسانکي پنهنجي ڪنڌ کان ٻاهر جهاتي نه پائڻ گهرجي. سوويت يونين ۾ جڏهن ڪميونسٽ حڪومت آئي ته شروعات ۾ اولهه وارن انکي سنجيدگيءَ سان نه ليکيو ڇاڪاڻ جو سرمائيداري سرشتو ترقيءَ جي عروج تي هو پر اُتان جي ڪميونسٽ پارٽيءَ پنهنجي نظرئي جي جانشاني ثابت

ڪئي ۽ انڪي هر حال ۾ بچائي ورتو. جيڪڏهن سوويت يونين نہ هجي ها تہ هي سموريون قومي آزاديءَ جون تحريڪون بہ نہ هجن ها جن جي سوويت يونين ڀرپور پٺڀرائي ڪئي. انهن سمورين تحريڪن جي سوويت يونين ڀرپور مدد ڪئي. سوويت يونين نہ هجي ها تہ ڪر چين بہ نہ هجي ها، جنهن ان جي ڀرپور فوجي ۽ مالي مدد ڪئي. سڄي دنيا جي کاٻي ڌر جي تحريڪن جي واهر ڪنديءَ عالمي ادبي تنظيمون قائم ڪيائين ۽ سوشلزم بابت ڄاڻ ڀريو ادب شائع ڪيائين. انجي اُبتڙ چين پنهنجو پاڻکي واپاري لحاظ کان پکيڙڻ ۽ پنهنجو پاڻکي معاشي طور تي سگهارو بنائڻ ۾ رڌل آهي. مون ڪنهن بہ يونيورسٽيءَ ۾ ڪا باقاعدي تعليم حاصل نہ ڪئي اهي پر انهيءَ ادب مان ئي سيڪجهہ پرايو اٿم. اڄ آئون دنيا بابت گهڻو ڪجهہ ڄاڻان ٿو ۽ ٻين کي بہ ڄاڻ ٿو ڏيان. اِهو هر حال ۾ ضروري آهي تہ جيڪڏهن اسين چاهيون ٿا تہ دنيا خوشحال ٿئي تہ عالمي سطح تي ڪميونسٽ نظريا پکيڙڻا پوندا ۽ ان ۾ ادب جو وڏو ڪردار آهي اين واسطي عالمي طاقت، تحريڪ ۽ پٺڀرائيءَ جي ضرورت هوندي. شي چنگ پنگ مان اُميد اٿم تہ هو عالمي سطح تي انهيءَ سرشتي کي هٿي ڏئي سگهي ٿو جهڙي ريت سوويت يونين پنهنجو ڪردار نڀايو هو. ٿي سگهي ٿو تہ اِها منهنجي خوشفهمي هجي پر آئون ڪيس عالمي سطح تي ۽ ٻئي اسٽالن طور تو ليکيان. ڪيس گهرجي تہ عالمي سماجي ۽ دانشوراڻي تنظيمن سان لڳ لاڳاپا وڌائي. انهيءَ لاءِ اهو بہ ضروري آهي تہ سياسي ڍانچو بہ ختم نہ ڪيو وڃي پر اِهو ڍانچو اهڙو هجي جو ان ۾ هيٺين سطح وارا ماڻهو بہ شامل هجن. انجو مثال اسٽالين جي هڪ واقعي مان حاصل ڪري سگهجي ٿو جنهن ۾ پنهنجي ڪارڪنن کي خطاب ڪندي هُن يوناني ڏندڪٿا جو هڪ واقعو ٻڌايو هو تہ انهيءَ ديو ۾ تمام گهڻي طاقت هئي جنهن کي ڪوبہ

ميساري نٿي سگهيو پر سندس طاقت انهيءَ ۾ ئي هئي ته سندس پير زمين تي ڪتل رهن ۽ انڪي ناس ڪرڻ لاءِ انجا پير زمين کان اکيڙڻ ضروري هو يعني سياسي ڍانچي جو تعلق پڻ زميني حقيقتن سان هٽڻ گهرجي.

ڪميونسٽ ڪارڪنن لاءِ ضروري آهي ته هو دانشور هجي ۽ دانشور لاءِ ضروري آهي ته ڪارڪن هجي. جيستائين اوهانجو تعلق زمين سان آهي، ڪوبه اوهانکي ختم نٿو ڪري سگهي. زمين مان مراد ماڻهن ۽ معاشري سان تعلق آهي. ان لاءِ اڳتي وڌي ڪوششون ڪرڻيون پونديون جهڙي ريت سوويت يونين ڪيون هيون. هنن هندستان جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پنهنجي نظرين جو پرچار ڪيو. معاشرو فقط معاشي نظريا تبديل ڪرن سان تبديل نٿو ٿئي پر اِهي هر شئي ۾ پيوست هئڻ گهرجن. آئون ته ايترو به چوندس ته اِهو عمل ڄمڻ کان شروع ٿيڻ گهرجي. هر معاشري ۾ ماڻهن کي سندن ڄمڻ ڪانوڻي اِها تعليم ڏيڻ گهرجي ته ”آئون“ ته فقط هڪ سيڪڙو آهي جڏهن ته باقي نوانوي سيڪڙو ته ”اسين“ آهي. اِهو مثال پنهنجي ڪٽنب تي ئي لاڳو ڪري پروڙڻ گهرجي.

اڄ چين ڪميونسٽ پارٽي انهن سمورين ڳالهين جو ادراڪ رکي ٿي پر انڪي تمام وڏي جدوجهد ڪرڻي آهي. آئون دنيا کان نراس نه ٿيو آهيان نه ئي مارڪسزم کان ۽ نه ئي وري سمجهان ٿو ته اِهي شيون ختم ڪري سگهجن ٿيون. اسانکي پنهنجي سر اِهو ادراڪ ڪرڻو پوندو ته دنيا ارتقا جا مرحلا هڪ طريقي سان طئي نه پئي ڪري، اڄ امريڪا جتي آهي، انجو پنهنجو سرشتو آهي ترقيءَ جو جنهن کي روڪي نٿو سگهجي. دنيا کي ڊگهي عرصي لاءِ بقا ۽ باهميءَ ڏانهن وڃڻو پوندو جيڪڏهن اِهو نه ٿيو ته سرمائيداراڻي نظام تحت جهڙي ريت دنيا ترقي ڪري رهي اهي اوهين انکي ختم نٿا ڪري سگهو. پهرين فوجي بقاءِ باهميءَ ڏانهن لڙيل چين

هاڻ معاشي ۽ ثقافتي بقاءَ باهميءَ ڏانهن وڃي رهيو آهي جيڪڏهن اِهو سمورو نہ هجي ها تہ اڄ جون خلائي سائنس ۾ سرمائيدار طاقتون اڳتي وڌي رهيون آهن. انهن سان سهڪار ڪري سوويت يونين يا چين خلائي سفر ڪي اڳتي نہ وڌائين ها. ٻئي پنهنجي پنهنجي طريقي سان اڳتي وڌندي ڪم ڪن ۽ ارتقائي مرحلا طئي ڪندي اڳتي وڌن. سوويت يونين نہ هجي ها تہ يورپ ۾ ناروي، سوئيڊن ۽ ڊينمارڪ جون فلاحي رياستون بہ نہ هجن ها. سماجواديءَ وارو سرشتو سوويت يونين ئي ڏنو. اُن دنيا کي رٿابنديءَ واري معيشت ڏني. اِنهيءَ واسطي هڪ ڀرپور تحقيق جي گهرج آهي. انهيءَ لاءِ سموري دنيا کي سمجهڻ جي ضرورت آهي ۽ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ جي ضرورت آهي. پاڪستان ۾ پهريون قدم اِهو هئڻ گهرجي تہ قوميتن جي تحريڪ اڳتي وڌي، اِها پنهنجا حق حاصل ڪري. سماجوادي طاقتن کي انهن قوميتن کي سگهارو بنائڻ ۾ پنهنجو ڪردار نڀائڻو پوندو.

متاعِ علم و دانش یوں فراواں کر کے چھوڑیں گے
جہاں کے ذرے ذرے کو غزل خواں کر کے چھوڑیں گے
یہی دنیا جو دوزخ کا نمونہ بنتی جاتی ہے
اسی دنیا کو ہم جنت بداماں کر کے چھوڑیں گے
گئے وہ دن کہ غم سہتے تھے چپ رہتے تھے
پریشاں کرنے والوں کو پریشاں کر کے چھوڑیں گے

عارف جلالی -

—

# زندگي

• رشاد محمودؔ

ڳالھہ اوٽھويھہ سئو پنجونجاھہ جي آھي
حياتيءَ جي پتوڙ ۾
ڀر پور جوانيءَ ۾
سرگرم ھئس اڪيلو
ساٿ جي ڳولھا ھئي
سو بہ ھڪ عورت جو
عورت بنان ڪھڙي ٿي زندگي گذري
آئون بہ تن ۾ شامل ھئس
جي بنان عورت جي زندگي نٿا چاھين
بھشت ھجي يا دنيا
ڇا بنان حوا جي
ڪوئي رھي ٿو سگھي
جڏھن جوان ھئس آئون بہ
جڏھن جوان ھئي ھوءَ بہ
مون ڪيس چاھيو ھو
ھُن مون کي چاھيو ھو
گڏ جيئڻ مرڻ جا وعدا ڪياسين

ﻫﻲ ﭘﻮﺀ اﻧﻬﻲﺀ وﻋﺪﻱ ﭘﺮ
ﭙﮅﺟﻲ وﻳﺎﺳﻴﻦ ﭘﺌﻲ
ﮘاﻟﮭ ﻫﻲﺀ 1955 ﺟﻲ آﻫﻲ
ﻫٽ ﺟﮅﻫﻦ ﺳﻨﺪﺱ ﺟﻬﻠﻴﻢ
وڄ وراﮐﻮ ﺟﻬڙ ٿﻲ وﻳﻮ

ﻳﺎﺩ اﭼﻲ وﻳﻮ ﻣﺠﺮوﺡ:

*مجھے سہل ہو گئیں منزلیں اور ہوا کے رخ بدل گئے*
*تیرا ہاتھ ہاتھ میں آ گیا تو چراغ راہ میں جل گئے*

زندگانيءَ جي پتوڙ ۾
هن پوءِ جوانيءَ ۾
زماني کي بدلائڻ جو
ڪپت کي ميسارڻ جو
حوصلو ماڻي نڪتا هئاسين
گڏ هئي زندگاني، زمانو سنگي ساٿي هو
جهان ۾ اسين
گڏ گڏ رهياسين
دور ايئن گذرندو رهيو
وقت کي بدلجڻو هو
ڳوقت ايئن بدلبو رهيو
هڪ کان پوءِ ٻيو نسل
جواني ماڻيندو رهيو
پنهنجي پنهنجي حصي جو ڏياتيون ٻاريندو رهيو
هن پوءِ اونداهيءَ جي، جهالت جي، ندامت جي پوائتي بند گهٽي
ڪائنڻ ڏور ٿيندي رهي
رستا ٿيا روسن، منزلون نظر آيون

علم جا جهنڊا کڻي، پتوڙ جا قلم کڻي
سرگرم هئا دنيا ۾
هستيءَ جي ڪارخاني ۾
محنتن جا ٿاڪ هئا
سورهيائپ جون محفلون هيون
۽ جهان جي مستيءَ ۾
محبتن جا رقص هئا
هر پاسي اجيارا هئا
دور ايئن گذرندو رهيو
وقت ڪي بدلجڻو هو
وقت ايئن بدلجندو رهيو
۽ پوءِ هر هڪ جُسو
روشنيءَ جي ٿاڪن تي
علم ڪان روشن هو بُرج همئنن جا هئا
هر ٿاري ڦلدار
هر صدر مٺيا سان ڀرپور
هجي ناظر يا هجي عروج منهنجي
هجي اڪبر يا هجي ڪبير منهنجو
گل سمورا هڪ ئي گلدستي جا
آهن اِهي پنکڙيون ڳچيءَ جو هار منهنجو
هجي زوبا يا سويرا
نانءُ ڪنهن ڪنهن جو ڳڻيان
ڳالهه مختصر ڪريان ۽ چوان
دائم آباد رهندي دنيا
مان نہ هوندس تہ ڪو مون جهڙو هوندو

ڳالهہ 1955 جي هئي
اج سنہ 2022 آهي
وچيان جي گذاريا جيڪي 68 سال
سمورين لاهين چاڙهين مان لنگهيا
پيڙا جي هڪ پولار مان لنگهياسين
پوءِ بہ هڪٻئي جو هٿ جهلي رکيوسين
۽ جهان ۾ پنهنجو هڪ مقام رکيو هو
پيلهہ هئاسين زماني سان، نئين سوچ سان
پاتال ڏانهن جيڪا ڏڪي تنهن کان ڏور رهياسين
اج آئون نوي جو ۽ هوءَ ٻياسي ورهين جي آهي
حوصلو جوان پنهنجو همتون جوان پنهنجيون
اج بہ جوان آهيون
هن جهان جي ڪنورتا ۾ اج بہ تڙيل آهيون

چانہ موهيندڙ اقبال چيو هو:

*تو اسے پیمانۂ امروز و فردا سے نہ ناپ*
*جاوداں، پیہم رواں، ہر دم جواں ہے زندگی*

—

## ڪجھ هن ڪتاب بابت

تاريخ کي حاڪمن، سپهه سالارن، وڏن اڳواڻن ۽ سماجي ۽ مذهبي معتبرن جي نظر بدران عام ماڻهو جي ديد سان ڏسڻ تي هڪ نئون وايو منڊل کلي ٿو پوي. حقيقت پسند ۽ معروضي تاريخ نويسيءَ کي پنهنجي ڪرت طور قبولڻ جو اسان آڏو اهو پيش منظر آهي تہ اسين پنهنجي تاريخ کي عام ماڻهن جي نقطي نظر سان ڏسنداسين. ان ڏس ۾ زباني تاريخي نويسي هڪ اهم ذريعو آهي، جنهن جو هڪ اظهار هيءُ ڪتاب آهي.

پاڪستان اندر ماضيءَ جي سياسي تحريڪن جي تاريخ اوستائين مڪمل نٿي ٿي سگهي جيستائين انهن تحريڪن ۾ شامل عام ڪارڪنن جي ساروڻين کي بہ ان تاريخ جو حصو نٿو بڻايو وڃي. سياسي ڪارڪنن جي محنت ئي سياسي پليٽفارمن ۽ سياسي پارٽين کي ان جوڳو بڻائيندي آهي جو اُهي عوام جي نظرن ۾ ڪا جاءِ والاري سگهن.

هيءُ ڪتب اهڙي ئي هڪ نظرياتي سياسي ڪارڪن رشاد محمود صاحب جي ساروڻين تي ٻڌل آهي. هو ننڍي ڪنڌ جي ورهاڱي کان اڳيئي کابي ڌر جي سياست ۽ ترقي پسند ادبي تحريڪ سان سلهاڙجي ويو هو. ڪيس ادب ۽ شاعريءَ ۾ چس هو جيتوڻيڪ اهو پنهنجي ادبي تخليقن سبب نالو تہ نہ ڪمائي سگهيو پر هو ڪيترين ئي اهم ادبي ويهڪن ۽ سياسي اجتماعن جو اکين ڏٺو شاهد ضرور آهي.

رشاد محمود صاحب جنهن پنهنجي حياتيءَ جون نوي مندون ماڻيون آهن ۽ پوين پنجهتر ورهين کي نہ رڳو پنهنجي اکين سان پروڙيو اٿس پر پنهنجي دور ۾ ٿيندڙ واقعن کي سمجھڻ جي ڪوشش بہ ڪئي اٿائين. سندس سوچ جو ڏِڳ اشتراڪي آهي ۽ هن انهيءَ سوچ کي لاڳو ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو بہ آهي. هن ڪتاب ۾ رشاد محمود صاحب پنهنجي انهن ساروڻين کي ساريو آهي ۽ دل کولي انهن کي بيان بہ ڪيو آهي.



## سهيڙيندڙ بابت

سماجي علمن جو ناميارو دانشور پروفيسر ڊاڪٽر سيد جعفر احمد، انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل اينڊ سوشل ريسرچ جو ڊائريڪٽر ۽ سهيل يونيورسٽي (ڪراچي) جو ڊين فڪلٽي آف سوشل سائنسز آهي. ان کان اڳ هو ڪراچي يونيورسٽيءَ جي پاڪستان اسٽڊي سينٽر ۾ ٽيٽيهه سال تحقيق ۽ تعليم جا فرض نڀائيندو رهيو. ان دوران هو ارڙهن سال سينٽر جو ڊائريڪٽر پڻ رهيو.

سندس نگرانيءَ ۾ سينٽر ۾ ذڪر جوڳو علمي ۽ تحقيقي ڪم ٿيو. قومي ۽ عالمي سطح جون پندرهن کان وڌيڪ ڪانفرنسون، Pakistan Perspective نالي اعليٰ معيار جو رسالو ۽ تاريخ، سياست ۽ ادب تي سٺ کان وڌيڪ اعليٰ معيار جي ڪتابن جي اشاعت اهڙا ڪم آهن جن کي ڏيهه پرڏيهه ۾ پذيرائي ملي. 2017 ۾ ڊاڪٽر صاحب سينٽر مان رٽائر ٿيو. ڊاڪٽر سيد جعفر احمد ڪراچي يونيورسٽيءَ مان پوليٽيڪل سائنس ۾ ايم اي ۽ پاڪستان اسٽڊيز ۾ ايم فل جون ڊگريون حاصل ڪرڻ کان پوءِ 1993 ۾ برطانيا جي ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان سوشل اينڊ پوليٽيڪل سائنسز ۾ پي ايڇ ڊي ڪئي. هو تاريخ، سياست ۽ ادب تي اڙدو ۽ انگريزي ٻولين ۾ لڳ ڀڳ ٽيهن ڪتابن جو ليکڪ ۽ سهيڙيندڙ آهي. انهن ڪتابن ۾ Federalism in Pakistan: A Constitutional Study، جمهوريت ڪي آزمائش، ڪنفيڊريشن: راه نجات يا راه فرار، تعليم: مسائل و افڪار، شب گزيده سحر، Pakistan Historical Legacies, Contemporary Issues شامل آهن. جڏهن ته سندس سهيڙيل ڪتابن ۾ نامياري ترقي پسند عالم ۽ سماجي مورخ سيد سبط حسن جا پنج ڪتاب، افڪار تازه، ادب ۽ روشن خيالي، مغنئي آتش سجاد ظهير، مارڪس اور مشرق ۽ اديب اور سماجي عمل، ان کانسواءِ معروف صحافي ضمير نيازيءَ جي مضمونن جو مجموعو Fettered Freedom شامل آهن. هن سماجي علمن جي اهم دانشور ۽ سياسي تجزئي نگار ڊاڪٽر فيروز احمد جي اڙدو لکڻين کي سهيڙڻ کان پوءِ "ڊاڪٽر فيروز احمد ڪي مضامين" جي سري هيٺ شايع ڪيو. ڊاڪٽر سيد جعفر احمد جي سهيڙيل ڪتابن ۾ ناميارِي ليکڪ ۽ صحافي حسن عابديءَ جي آتم ڪهاڻي "جنون مين جتني ڀي گذري" ۽ پورهيتن جي تحريڪن جي تجربن ۽ مشاهدن تي ٻڌل ڪرامت عليءَ جي يادگيرين "راه گذر تو ديکهو" ۽ حمزه واحد جي حوالي سان سهيڙيل ڪتاب "حمزه واحد اور جهد حيات" پڻ شامل آهي. ڊاڪٽر سيد جعفر احمد علمي رسالي "ريسرچ فورم" ۽ هفتيوار "معيار" کان سواءِ ڪتابي سلسلي ارتقاءِ تاريخ جي ايڊيٽوريل سٽ ۾ پڻ شامل آهي.

ڊاڪٽر سيد جعفر احمد جا مقالا ۽ تجزيا علمي رسالن ۽ اخبارن وغيره ۾ شايع ٿيندا رهندا آهن. پاڪستان ۾ حڪومت ۽ سياست، آئيني معاملا ۽ تعليم سندس خاص دلچسپيءَ جا کيتر آهن. هُن گذريل ٽن ڏهاڪن ۾ ملڪ جي سول سوسائٽيءَ جي تعليمي، تدريسي ۽ تحقيقي ڪمن ۾ سرگرم حصو ورتو آهي. هو ڪيترين ئي عالمي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪري چڪو آهي. ٻين علمي ۽ تحقيقي ادارن جي ميمبرشپ کانسواءِ هو ڪائونسل آف سوشل سائنسز پاڪستان جو نائب صدر، ارتقا انسٽيٽيوٽ آف سوشل سائنسز جو صدر ۽ انجمن ترقي پسند مصنفين جو مرڪزي سيڪريٽري جنرل پڻ رهيو آهي.

ISBN: 978-969-7985-39-5
Price: Rs. 700-00